# مظلوم قومن جو مستقبل





جام ساقي

ويڙهو پٽ وريام، وڙهندو رهجان ويڙهه ۾،
مائرن توڏانهن موڪليا، سهسين سُرخ سلام،
هر گهڙي، هر گام، نعرا تنهنجي نانءَ جا.

ٽائيٽل ڊزائين: عبدالرسول عباسي

---

چاپيندڙ: ايم- خان پرنٽنگ پريس
ڳاڏي کاتو حيدرآباد.

ڇاپو: پهريون

سال: ٢/١٩٨٨ع

ڳاڻيٽو: هڪ هزار

قيمت ٢٥-٠٠ روپيا

## سلاءِ

# ارڏا جي انسان




ڄام ساقي (انٽرويو ڏيندڙ)

حميده گانگهرو (انٽرويو وٺندڙ)

## نوٽ:

محترم ڄام ساقيءَ کان هي انٽرويو.

حميده گهانگهرو ۱۹۷۸ع ۾ روپوشيءَ وارن ڏينهن ۾ ورتو. هوءَ S.N.S.F جي مرڪزي اڳواڻ رهي ۽ شاگرد سياست ۾ سرگرم حصو ورتائين. پڻ فيبرار واري هاري هلچل ۾ وڏي چڙهي حصو ورتائين. عورتن جي حقن واري هلچل ۾ سنڌ اندر پڻ سندس سگهارو ڪردار رهيو آهي.

پنهنجي مڙس نذير عباسي جي شهادت کان پوءِ پڻ روپوشيءَ وارن ڏينهن ۾ سندس سرگرم رول رهيو. پوءِ اوچتو ئي "سات" ڏس ۾ آئي. ان جا ڪارڻ ڪهڙا هئا. سا اڃا تہ ڪنهن کي سڌ ڪانہ هئي، ڏيجهر ۾ سندس جيڪو برسات ۾ انٽرويو ڇپيو تنهن ۾ ان ڄام ساقي ۽ سندس هاڻوڪن ساٿين کي ان جو ذميوار سڏيو آهي.

(ادارو)

**سوال:** توهان کي هن وقت پاڪستان جي پرامن، بندش پيل نعپ جو اڳواڻ ڪري لکي رهيا آهي، توهان ان تشخص کي ڪيتري قدر قبول ڪندا ڪريو؟

**جواب:** اها ڳالهه درست آهي ته نعپ بندش پيل پارٽي آهي، پر ان ۾ اهو سمجهڻ ضروري آهي ته نعپ هڪ اهڙو به طرفو گڏيل محاذ هئو، جنهن ۾ مختلف طبقن جا نمائندا به هئا ته مختلف قومن جا نمائندا به. مون بحيثيت قوم جي، جيڪڏهن اتي سنڌ جي نمائندگي پئي ڪئي ته، بحيثيت طبقي جي، اتي پورهيت طبقي جي نمائندگي پئي ڪئي. ان کانسواءِ مون اتي سنڌ، بلوچستان، سرحد ۽ ڪنهن حد تائين پنجاب جي نوجوانن جي نمائندگي ڪئي، ۽ نوجوانن جي انهيءَ حصي جو نعپ تي چڱو سوچارو اثر رهيو آهي. ان گڏيل محاذ ۾ وقت گذرڻ سان پيچ ڍاهه به ٿي. اڄ اصل ڳالهه نعپ جي نالي يا ان جي صدر ولي خان جي ڪونهي، پر ان جي منشور ۽ پروگرام جي ڳالهه آهي، ۽ ولي خان ان پروگرام تان ڦري غداري ڪري چڪو آهي، پر اسان اڃا به ان پروگرام تي بيٺا آهيون. ولي خان غداري ڪري چڪو آ ته ٺيڪ آهي، جيڪي پيا دوست ان پروگرام

تي ابندا، انهن سان گڏجي ڪم ڪنداسين. ان ڪري مان نعپ جي ناالي ڪان شرمندو نه آهيان، پر ولي خان شرمندو آهي. جيئن هن هڪ تازي انٽرويو ۾ چيو آهي ته ”مان نعپ مان ڦاسي ويو هئس، ۽ جيئن تيئن ڪري جند ڇڏي آهي.“ جهڪڏهن پريس بندش پيل نعپ جو اڳواڻ لکي ٿو ته منهنجي خيال ۾، ان ۾ اها وضاحت خود بخود شامل آهي ته مان نعپ جي ان صحت مند رجحان، جنهن هميشه پورهيت طبقي ۽ مظلوم قومن جي سياست پئي ڪئي، جنهن ڪنهن به اصول کي ڇڏي سمجهوتو نه پئي ڪيو، جنهن آئيني سمجهوتي کي غلط پئي سمجهيو، يا جنهن بنگالين جي قتل عام تي احتجاج ڪيو، آءٌ ان جي نمائندگي ٿو ڪريان، ۽ مون کي ان تي فخر آهي.

**سوال:** توهان جو هن وقت پاڪستان جي ڪهڙي سياسي پارٽيءَ سان تعلق آهي؟

**جواب:** جيئن مون پهريان عرض ڪيو ته مون نعپ ۾ به پورهيت طبقي جي نمائندگي پئي ڪئي ۽ پورهيت طبقي جي اصلي، صحيح ۽ حقيقي پارٽي هڪڙي ٿيندي آهي ۽ اها آهي ڪميونسٽ پارٽي. ان سان منهنجو تعلق آهي ۽ ان تعلق تي مون کي فخر آهي.

**سوال:** اوهان ۽ اوهان جي ٻين ساٿي اڳواڻن، جن پ-پ جي دور حڪومت ۾ ان جي سخت مخالفت ڪئي هئي، انهن تي الزام آهي ته، اوهين اڄڪلهه پ-پ جي حمايت ڪري رهيا آهيو، ان ۾ ڪيتريقدر صداقت

آهي؟ ان سلسلي ۾ اوهان جو ۷ جنوري تي سڏ به ياد ڏيارجي.

**جواب:** پاڪستان جي ٺهڻ کان به اڳ کان اسان ڪن مخصوص طاقتن سان مستقل جنگ جي حالت ۾ آهيون، اهي آهن آمريڪي سامراج (١٩٤٧ع کان اڳ انگريز، جنهن کان پوءِ آمريڪا سڌي سنئين بيٺڪيت جي صورت ۾ نه پر نئين بيٺڪيت (Neo-colonialism) جي صورت ۾ آيو)، انگريز کان ورثي ۾ مليل نوڪر شاهي، جاگيردار طبقو، (جيڪو هندستان ۾ ته ڪمزور هئو، پر جنهن کي پاڪستان ۾ پنهنجين جاگيرن زميندارين ۽ رياستن بچائڻ جو موقعو مليو) ۽ هڪ هٽي سرمائيدار (خاص طور جيڪو ايوب جي دور ۾ پيدا ٿيو) نوڪر شاهي، آمريڪا ۽ هڪ هٽي سرمائيدارن گڏجي جيڪو قومي ظلم شروع ڪيو، اسان ان جي خلاف به برسر پيڪار آهيون. پٺو جنهن به حد تائين انهن قوتن سان گڏجي ويٺو يا انهن جي نمائندگي ڪيائين، اسان ان حد تائين سندس مخالفت پڻ ڪئي. ظاهر آهي ته سياست ۾ ڪا ذاتي دشمني ڪونه ٿيندي آهي. اهو بلڪل ممڪن آهي ته جيڪي ماڻهو ڪالهه، اوهان جا مخالف هئا، اڄ اهي ايترقدر مخالف نه رهن. تاريخ نه رڳو پ-پ کي انهن قوتن جي نمائندگي ڪرڻ کان روڪيو، پر اهي قوتون پ-پ جي خلاف آهن. پيپلز پارٽي اطمينان جوڳي نه آهي.

اها ڪجهه ڪجهه انهن قوتن خلاف جنگ جهيڙو لاڙيون بيٺي آهي ته ان حد تائين اسان کي ان سان همدردي هئڻ کپي. ڪاله قومي مسئلي تي بہ چڱي موچاري حد تائين، بين مسئلن تي بہ، ولي خان اسان جو اتحادي هئو، جيڪڏهن اڄ طاغوتي طاقتن جو چاڙتو ٿي چڪو آهي تہ ان جي مخالفت بہ اسان تي فرض ٿئي ٿي. اسان جي دوستي يا دشمني، اتحاد يا مخالفت، ڪجهه اصولن ۽ ڪجهه طبقن سان ٿيندي آهي. جيڪڏهن ڪير بہ انهن اصولن ۽ طبقن جو اتحادي ٿئي ٿو، جن جا اسين مخالف رهيا آهيون، تہ اسين سندس مخالفت ڪنداسين، ۽ جيڪي مظلوم طبقن جي پٺڀرائي ڪرڻ تي ڪٿي مجبور ٿي ٿيندا تہ اوتري حد تائين، اسان کي انهن سان همدردي هئڻ گهرجي. جيستائين د جنوري جو تعلق آهي، تہ مون پوري طرح سان اهو تہ چيو هئو تہ، يوم جمهورت ملهايو، پر يوم احتجاج جي اپيل ڪئي هئي. ان جا بہ پهلو هئا. پهريون تہ هڪڙي قسم جي دشمن خلاف، سا ڪهڙي وقت جيترا گهڻا محاذ کلندا، اوترو ئي دشمن ڪمزو ٿيندو ۽ اها جنگ، اسان کي ڪاميابي جي گهڻو ويجهو ڪري سگهي ٿي. ٻيو پهلو اهو تہ مون پ-پ جي سڏ کي ڪنهن حد تائين مثبت تہ سمجهيو پئي، پر جيئن تہ پ-پ چئن نقطن يعني سامراج دشمني، جاگيردار دشمني، قومي حقن ۽ هڪ هئي سرمائيدار دشمي (خصوصاً قومي

ملڪيت ۾ وڌڻ جي بماري ۾ ڦاٿل) جيتري قدر پابند (Commited) هجڻ گهرجي ها، اوتري قدر نه هئي. ان ڪري مون پنهنجي مڪمل تعاون جو اعلان ڪرڻ مناسب نه سمجهيو هو. بهرحال اسان پنهنجي مستقل جنگ کي جاري رکندي، پاڻ کي هڪ مثبت قوت سمجهون ٿا ۽ اسان کي ساڳئي وقت ساڳئي دشمن کي ڏک هڻي عوام کي سجاڳ ڪرڻ گهرجي.

**سوال:** پاڪستان ورڪرز پارٽيءَ جي صدر مرزا ابراهيم جو چوڻ آهي ته ۴ جولاءِ ۽ ۵ جولاءِ واري پٽي ۾ فرق آهي. ڇا اوهان ان راءِ سان متفق آهيو؟

**جواب:** اصل ۾، سياست ۾ هڪڙي تاريخ جي وچ ۾ باربار لائين ڪجهه مشڪي لڳندي آهي. مثال طور جيڪڏهن اڄ جي ولي خان ۽ نعيپ واري ولي خان ۾ فرق آهي ته ڇا اهو فرق هڪ ڏينهن، تاريخ يا رات ۾ آيو آهي؟ يا اهو فرق ان وقت کان وڌي پيدا ٿيندو رهيو، جڏهن حڪمران ٽولي بنگال کي ڪاٽڻ جو فيصلو ڪيو هئو، تانجو اهو اڄ ايترو واضح محسوس ٿئي ٿو. ان لحاظ کان اهو صحيح آهي ته ۴ ۽ ۵ جولاءِ واري رات جيڪو فرق پيدا ٿيو، يا اهو فرق ڪنهن حد تائين ان وقت به موجود هئو، جڏهن هن ٢٨ اپريل تي چيو هو ته آمريڪا منهنجي خلاف سازش پيو ڪري، يا اهو فرق رکيو ڏکو پڻسو ان وقت به موجود هئو، جڏهن هن ڪجهه بيون مثبت پاليسيون اختيار ڪيون. جهڙيءَ

طرح هر جاندار ۾ هڪڙا ڳهرڙا (Cells) مستقل طور
مرندا رهندا آهن ۽ نوان وري پيدا ٿيندا رهندا آهن اهڙيءَ
ريت سياست ۾ به، اهو ممڪن آهي ته پتو، جيڪو
ڪنهن مخصوص ۽ طبقن جي علامت آهي، اهو به ٻئي
ڪردار جو مالڪ هجي، يعني انهن طبقن جو مفاد
جتي هڪڙي پاسي عوام جي خلاف هئو، اتي انهن
عوام سان زيادتيون پڻ ڪيون ته ٻئي طرف ڪجهه
وڏن دشمنن خلاف هئا، اتي انهن سان جهڳڙو به ڪندا
رهيا. مطلب ته ٻئي رجحان، هڪڙو عوام سان
وڙهڻ جو ۽ عوام جي دشمنن سان وڙهڻ جو، ٻئي
۾ ڪڏهن گهٽ ته ڪڏهن وڌ موجود هئا. اسان کي
زندگي مشيني انداز ۾ نه، پر مسلسل چرپر واري انداز
۾ محسوس ڪرڻ کپي. نه ته پوءِ اها صورتحال پيدا
ٿيندي، جو، جيڪو حڪمران اچ خراب آهي، اهو بس
ڪرسي ڪسجڻ شرطئي ٺيڪ ٺاڪ ٿي ويندو. ٢٤ مارچ
١٩٦٩ع واري ايوب خان ۽ ٢٥ مارچ واري ايوب خان
۾ ڪوبه فرق پئدا نه ٿيو، اسان لاءِ ٢٦ مارچ به اهڙو
ته ٢٧ مارچ به اهڙو. ظاهر آهي ته انهيءَ ڪانسواءِ به نه
ڪجهه ڪارڻ آهن. انهن ڪانسواءِ به ته تاريخن ۾ ڪجهه فرق
آهي. ان ڪري سياست جيڪا زندگيءَ جو هڪڙو حصو
آهي، تنهن کي مسلسل ۽ حرڪت پذير ڏسڻ گهرجي.

**سوال:** پٽي سرڪار اٿي پيهڻ، ڪجهه ٽائڻ ۽
سارين چڙڻ جا ڪارخانا قومي ملڪيت ۾ ورتا هئا.

ان تي هڪ اها به تنقيد ٿي چڪي آهي ته. اهو قدم پاڪستان ۾ جاگيرداراڻي نظام کي بچائڻ لاءِ کنيو ويو هو. اوهان جو ان باري ۾ ڪهڙو خيال آهي؟

**جواب:** تاريخ جي ڦيٿي کي پوئتي موٽائڻ وارو عمل هاڻي نٿو ٿي سگهي. اوهان کي ياد هوندو ته ايوب خان جي ڏينهن ۾ ڪنڊ جي ڪوٽ ٿي هئي ته به هي نه سگهيو. پڻي خلاف ايڏو گوڙ ٿيو، پر هو مارچ کان وٺي جولاءِ تائين بيٺو رهيو ۽ آخر ڪيس بي حيائيءَ سان لاٿو ويو. هو اهو مقابلو انڪري ڪري نه سگهيو، جو بزار سان اٽو، کير ۽ چانور غائب نه ٿي سگهيا. جيڪڏهن اهي شيون سنڌس هٿ ۾ نه هجن ها ته هو هڪ هفتو به نه هلي سگهي ها. چانهه جي ڪوٽ البت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي هئي، پر چانهه ٿي حڪومت کي هٽائڻ جو وقت اڃا ڪونه آيو آهي. پاڪستان جي ٺهڻ وقت سرمائيدار ۽ جاگيردار برابر جا پاڙيوار هئا. ون يونٽ واري عمل ۾ ١٩٥٥ع تائين جاگيردارن کي فائدو ڪونه پهتو، پر سرمائيدارن کي فائدو رسيو. يعني مارڪيٽنگ جون رڪاوٽون نه هجن ته اهو سرمائيدارن لاءِ فائدو ڏي آهي. ان کان پوءِ تاريخ ۾ اها ڳالهه صاف نظر ٿي اچي ته جيئن پوءِ ٿيئن، جاگيردار ڪمزور ۽ سرمائيدار مضبوط ٿيندو ويو. هينئر زمينون هارين کي ڪٿي 5% ڏي مليون، پر اوهان ڏٺو ته ڪوبه اهڙو وڏيرو ڪونهي، جنهن جي ڪاتي ۾ ٥٠

ايڪڙن ڪان مٿي زمين هجي. وڏيرا شاهيءَ کي ملڪ ۾ هينئر ڪابه اخلاقي يا قانوني منظوري ڪانهي، پر رڳو فراڊ جي بنياد تي قائم آهي. مثال طور: ڪو حاجي يا نمازي وڏيرو، ڪيترن نالن سان زمين تي قبضو ڪيو ويٺو هجي ته اهو سمورو سڌو فراڊ آهي، ته اهو ڏوڪو گهڻو وقت نه هلي سگهندو. تازو اثاثا شايع ٿيا، انهن ۾ گهڻن وڏيرن جا صنعت ۾ حصا هئا. ڀٽي تي اسان جي اها تنقيد آهي ته هن هارين جي فائدي ۾ انقلابي نقطه نگاهه کان وڏيرن کي ختم ڪونه ڀٽي ڪيو، پر انهن کي سرمائيدارن ۾ تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. نئشنلائيزيشن، زرعي انڪم ٽئڪس، ننڍي کاتيدار جي ڍل معاف ڪرڻ، کليل ڪچهرين ۾ وڏيرن کي گاريون ڏيڻ وغيره سڀ ان جا حصا هئا. ڳوٺن ۾ ٽريڪٽر وڏي پيماني تي آيا، وڏيرن فارم ٺاهيا، زرعي پورهيت رکيائون. جنهن ڪري حصي پتيءَ ۾ فرق ٿيو، ونگار ۽ بيگار ۾ فرق پيو. نتيجي ۾ پراڻا جاگيرداري رشتا ٽٽي، جيڪي نوان سرمائيداري رشتا پيدا ٿيڻ لڳا هئا. انهن کي به ڌيان ۾ رکڻ گهرجي.

ڀٽي ۽ موجوده دور ۾ اهو به واضح فرق آهي ته هينئر مبارڪ واهه، پٽ فيڊر، حشمت نگر، مالاڪنڊ ايجنسي ۾ کلي فائرنگ ٿي ٿئي ۽ اها خبر اخبارن ۾ به ڇپي آهي ته اتان جي مارشل لا ائڊمنسٽريٽر، حشمت نگر ۾ هارين جي فصل ڪسجڻ جي نگراني هيليڪاپٽر ۾ ويهي ڪئي

آهي . سو اها ڳالهه ظاهر آهي ته جاگيرداريءَ ڏانهن وڌڻ جي ڪوشش اڳي پئي ٿي، يا هينئر ٿي رهي آهي. سرپرستيءَ جي باوجود پٽ فيڊر ۽ ٻين هندن تي قبضو ته وڌي سگهيا آهن، ۽ مقابلو جاري آهي. تاريخ جو فيصلو پوئتي نٿو ڌري سگهي، ۽ اهو فيصلو جلد ٿي ويندو. مون کي اُميد آهي ته جن دوستن کي اها غلط فهمي آهي ته اڳي جاگيرداري مضبوط پئي ٿي ۽ هاڻي اها ڪمزور ٿي رهي آهي ته اها غلط فهمي دور ٿي چڪي هوندي. پئي جي غلط ڳالهين جي اسان مخالفت ڪئي هئي، پر ان جي دور ۾ هڪ مثبت ڳالهه اها به ٿي هئي ته ان اسرندڙ سرمائيدار کي اڀارڻ جي ڪوشش ڪئي. يعني- ويهن پنجويهن ايڪڙن واري شاهوڪار هاري (Rich peasant) پٽ سٽ ڪري قرض ڪئي، ڪا سوزوڪي يا ٽريڪٽر ورتا. عام طرح قومي سرمائيدار شاهوڪار هاريءَ مان پيدا ٿيندو آهي ۽ اڀرندڙ سرمائيدار جو هڪ حصو قومي سرمائيدار ٿي سگهندو آهي. ان عمل تي نظر وجهو سان معلوم ٿيندو ته قوميائڻ وارو قدم جاگيرداريءَ کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ڪونه هئو.

**سوال:** بلوچ اڳواڻ مير غوث بخش بزنجي چيو آهي ته بلوچستان جو مسئلو بين الاقوامي مسئلو آهي. اوهان جو ان متعلق ڪهڙو خيال آهي؟

**جواب:** اوهان کي ياد هوندو ته بنگال ۾ مسٽر ضياءُ الرحمان خلاف ڪوشش ٿي هئي. ان ڪوشش

کان ٿورو اڳ جپان جي ريڊ آرمي (Red Army) جا ماڻهو هڪ هوائي جهاز اغوا ڪري، ڍاڪا ايئر پورٽ تي پهتا هئا ۽ آفيسر ٽوڙي ڀڄا ٿيا ان ۾ رڌل هئا ته، ان ڏي وقت اها ڪوشش (Attempt) ٿي هئي. اسان جي ملڪ جا حڪمران حلقا ان واقعي جي تشريح هيئن ٿا ڪن ته دراصل بنگال جي باغين جو ريڊ آرمي سان رابطو هئو. يعني هو اهڙي خاص وقت تي جهاز اغوا ڪري آيا، ۽ باغين ان موقعو جو فائدو وٺي، ضياءُ الرحمان خلاف ڪوشش ڪئي. جيڪڏهن اها ڳالهه صحيح آهي ته، پوءِ ته جيتري اسين سمجهندا هئاسين، دنيا ان کان به وڌيڪ ويجهي ٿي چڪي آهي، ۽ هر ماڻهوءَ، هر قوم جو ڏک سڄي دنيا جو ڏک بڻجڻو ٿو وڃي.

بلوچستان، هندي وڏي سمنڊ کي ويجهو آهي ۽ ڪجهه جذباتي بلوچ دوستن جي چوڻ موجب بلوچي گلف، اسان جي جاگرافي ۽ ايران موجب ايراني نار ۽ عربن جي چوڻ موجب، عربي نار جي ڪناري تي آهي ۽ آنان تيل لنگهڻ جو رستو آهي. تيل کڻڻ وارا جهاز تمام وڏا ٿيندا آهن، جيڪي سوئيز واهه مان نه لنگهي سگهندا آهن، انهن جو هتان رستو آهي، ان ڪري آمريڪا جي خواهش رهي آهي ته هن علائقي تي منهنجو قبضو هجي.

ويٽنام ۾ شڪست کان پوءِ آمريڪا هن علائقي ۾ پير کوڙڻ لاءِ سوچڻ شروع ڪيو. شيخ مجيب کي ڇپائون ته چٽا گانگ جو اڏو ڏي، پر شيخ صاحب صفا

انڪار ڪيو، ان ڪان پوءِ انهن بلوچستان ۾ اڏو ٺاهڻ پئي چاهيو. ٧٣ع واري رمضان جي جنگ ۾، جڏهن عربن تيل بند ڪيو هئو ته، آمريڪا هن علائقي کي خاص اهميت ڏيڻ شروع ڪئي ۽ بلوچستان ۽ انجي پر وارن علائقن تي قبضو ڪري، تيل جي وهڪري کي يقيني بنائڻ ٿي چاهيو. انهيءَ لحاظ کان به بلوچستان بين الاقوامي مسئلو آهي. پر رڳو ظلم بين الاقوامي نه آهي، پر مقابلو به بين الاقوامي آهي. اسان جي حڪومت الزام هڻي ٿي ته بلوچستان سان گهڻن ملڪن جا ماڻهو همدرديون ڏيکارين ٿا رکن، يا اسان به پنهنجي وس آهر بلوچستان جي ماڻهن جي جيڪا مدد ڪندا رهيا آهيون ته اهو به تمام اهم پهلو آهي. بلوچستان جي سماجي ۽ جاگرافيائي حيثيت، قبائلي طريقه ڪار جو اڄا موجود هئڻ، بلوچستان جو صوبو دير سان ٺهڻ، اهي سڀ ڳالهيون بلوچستان جون خاص حالتون آهن. هيئنر ڪوبه ملڪ دنيا جي ڪنهن ڪاري پاڻيءَ تي بيٺل ڪونهي، جو اسان ائين چئون ته ان جو دنيا سان واسطو ڪونهي، پر ان کي صحيح پس منظر ۾ ڏسي پيش ڪرڻ کپي، ۽ ان کي ائين ڪري پيش ڪرڻ ته ”چو جو اهو بين الاقوامي مسئلو آهي ان ڪري ان کي حل ڪرڻ جي ڪوشش نٿا ڪري سگهون“ يعني ان کي بلوچستان جي عوام سان Counterpose ڪري پيش ڪرڻ خراب ڳالهه آهي. باقي جيڪڏهن ان کي ٻيءَ دنيا جي پيڙيل عوام جي

جدوجهد مان گهٽ لاءِ پيش ڪيو ته ان جو صحيح
نقشو ابري سگهندو.

**سوال:** پي اين اي جي وجود ۾ اچڻ جا ڪهڙا
ڪارڻ هئا ۽ ان جي مستقبل بابت اوهان جو ڪهڙو
اندازو آهي؟

**جواب:** ڀٽي کي شاهه خالد چيو ته اليڪشن
ڪراءِ، هو وري تهران ويو، جتي ته چيائونس ته اليڪشن
ٺيڪ ڪجي. اهو ان مان ظاهر آهي جو ڀٽي ايران مان
موٽڻ شرط اليڪشن جو اعلان ڪيو، اعلان ٿيڻ شرط
پي اين اي ٺهي وئي. يعني عجيب ڳالهه آهي ته جيڪي
ليڊر هڪ ٻئي کي گاريون ڏيڻ کان اصل ڪونه ٿڪبا
هئا، سي اوچتو هڪ ٿي ويا. جيڪي ليڊر ان ميٽنگ ۾
پهتا، اهي ته ٺهيو، پر جيڪي نه پهچي سگهيا انهن تار
ذريعي اطلاع ڪيو ته اسان سڀ سو سيڪڙو متفق آهيون. ائين
پئي لڳو ته ڄڻ ڪنهن بندوق تاڻي چيو هجين ته هيئن
ڪيو. ٻيو ته سڀني اهڙين پارٽين جو اتحاد ٺهيو، جيڪي
ساڄي ڌر جون هيون، جيڪي آمريڪا نواز هيون،
جيڪي جاگيردار طبقي جو بچاءُ ڪندڙ هيون، جن کي
٢٢ خاندانن متحد ڪرڻ پئي چاهيو، جن کي انهن متحد
ڪرڻ پئي گهريو، جن کي پوءِ اقتدار وٺڻو هو، ته انهي
جو نتيجو اهو ئي نڪتو، جيڪو نڪرڻو هئو. اليڪشن
جو به هڪڙو عمل هئو، جنهن ۾ ٧ تاريخ چونڊون

ٽيڻيون هيون، وري ١٠ تاريخ نتيجو اچڻو هئو ۽ اقتدار جي منتقلي ٧ اپريل تائين ٿيڻي هئي، پر ڇاڏون ڏ. م. ن ٧ تي چونڊون ٿينديون، اسين ٧ تي ئي اقتدار وٺنداسين، اصل ٦ تي وٺنداسين. اصغر خان ڪليو ڪلايو ڇيو تہ فوج اسان سان گڏ آهي، ان تي ڪا پڇا، ڪو ڪيس ڪونهي. جنرل ضياءَ اردو ڊائجيسٽ کي انٽرويو ۾ چٽي چڪو آهي تہ مان مارچ کان ئي سوچ ۾ هئس تہ اقتدار وٺڻو پوندو، يعني اقتدار تي قبضو ڪرڻو پوندو. ان کان اڳ پريس ڪانفرنس ۾ چيو هئائين تہ ٤ تاريخ تي مون اڪيلي ماڻهوءَ فيصلو ڪيو تہ اقتدار وٺندس. ان ۾ تضاد آهي. ان کان پوءِ پاڪستان جي باري ۾ آمريڪا جي رويي ۾ خاص تبديلي محسوس ٿي. جنهن طريقي سان بي بي سي ۽ وائيس آف آمريڪا معاملي کي کنيو، ان مان صاف ظاهر آهي تہ قومي اتحاد آمريڪا جي اشاري تي ٺهيو. هو اهڙن جاگيردارن جي چوڻ تي ٺهيو جن صنعت ۾ حصو نہ ورتو ۽ انهن ٢٢ خاندانن جي چوڻ تي ٺهيو، جن پاڪستان ڦاريو. اوهان کي ياد هوندو تہ ١٩٥٣ع ۾ فيروز الدين منصور جو ڪتاب مودوديات ڇپيو هئو. ان ڪتاب تي ان ڪري بندش پئجي ويئي هئي، جو هن لکيو هو تہ ”جيڪڏهن هندستان رهي ها تہ جاگيردار ڪانگريس جي زرعي سڌارن جي ڪري ختم ٿي وڃي ها، ان ڪري ان کي الڳ ٽڪرو کپندو هئو. ان کان سواءِ بمبئي جو هنڙيو

سيٺ جيڪو ٽاٽا ۽ برلا جو مقابلو نٿي ڪري سگهيو ان کي به نوبڪلو مارڪيٽ کپندو هئو، ان ڪري انهن چيو ته الڳ ملڪ ڏاهينداسين." پر هاڻي جنرل حبيب الله خان چيو ته ملڪ ڏاهيوڙي ۲۲ خاندان آهي. جيڪڏهن اهاڻي ڳالهه اسان جو ڪو دوست چوندو هئو ته ٽيپ ۾ وجهندا هئس، ۽ هاڻي جنرل حبيب الله کليو کلايو پيو ڦري، ۽ چوي ٿو ته هاڻو ملڪ ڏاهيوڙي ۲۲ خاندان آهي، پوءِ ان تي ڪو قانون لاڳو ڪونهي. ريڊيو تي پيو اچي ٽي وي تي پيو اچي. ان ڳالهه کي اٿين به چئي سگهو ٿا ته، عوام جي سجاڳيءَ ڪري حڪمران طبقن کي اگهاڙو ٿي اچڻو پيو آهي. يا وري اٿين چئجي ته سچ اهڙي طاقتور شيءِ آهي، جو جيڪو ڪالهه اوهين چوندا هئا، اڄ دشمن قبوليٽون پيو ڏئي.
سو اتحاد صرف اهڙين پارٽين جو ٿيو، جيڪي آمريڪا نواز هيون، ڪابي ڏر جي ڪنهن به پارٽيءَ کي دعوت ڏيڻ به پسند ڪونه ڪيائون. اهو به غلط آ ته ڪو ڪابي ڏر جون پارٽيون ننڍيون آهن. اسان ته ٿياسين سرڪار ۽ ملن جي نظر ۾ خراب ماڻهو، پر سي-آر اسلم جي سوشلسٽ پارٽي ۽ مزدور ڪسان پارٽي گهٽ ۾ گهٽ خاڪسار پارٽي کان ته وڏيون هيون، جنهن کي هڪڙو ماڻهو آهي، پيو اميدوار به بيهارڻ لاءِ ڪونه ٿي مليس. سو بلڪل واضح پيو محسوس ٿئي ته بندوق جو اشارو هئو. هاڻي پي اين اي به چوي ٿي ته چونڊون

ڪرايو، پيپلز پارٽي ٻه چوي ته چونڊون ڪرايو، پر جنرل صاحب چوي ته مان ڪو مطالبن سان ٽوروٽي ٻڌل آهيان، جڏهن حالتون ٺيڪ ٿين پوءِ اليڪشن.

هندستان ۾ جنتا پارٽي ٺهي ته ٻه چونڊن جو نشان هر، سري لنڪا ۾ متحده محاذ جو نشان ٻه هر، اهو ڪو اتفاق ڪونهي. جي بنگال ۾ چونڊون ٿين ها ته اتي ٻه نشان هر هجي ها. سو جنتا پارٽي ٺاهي وئي ته اها حڪومت ڪرڻ لاءِ انهن فضيلت سان پنهنجو پروگرام ڏنو. هتي جيڪا بزرگان دين جنتا پارٽي ٺاهي آهي، جنهن ڪي اوهان ٻي اين اي ٻه چئي سگهو ٿا ته ان کي حڪومت ڪرڻ لاءِ نه پر ان چاڙهي طور ٺاهيو ويو هئو، جنهن تي پير رکي سول حڪومت جو تختو اونڌو ڪري، فوجي حڪومت آڻي سگهجي. ان پنهنجو ڪم پورو ڪيو ۽ پوري ٿيڻ شرط تنهن جو عمل شروع ٿي ويو، اصغر خان جيڪو سيني ڪان گرم ڳالهيون ڪندو هو ته ”فوج ميري ساٿهه هي“ اهو الڳ ٿي ويو. مولانا نوراني ٻه پيو بهانا ڳولهي. جنرل ضياءُ سياستدانن کي ”بريف“ ڪرڻ واري ڪانفرنس ۾ ڪشمير جي سردار قيوم کي ڪونه گهرايو، جيڪو ناڻون ستارو هو، ڇي ٽون پاڪستاني ناهين، يعني ويو اهو ٻه ڪاٽا ٿي. اهو لٽڻ جو عمل جاري رهندو ۽ ٻي اين اي بحيثيت ٻي اين اي نه رهندي، ڇو جو ان کي اقتدار ۾ آڻڻ لاءِ ٺاهيوئي ڪونه ويو هو. اهي هتا اصل حڪومت

جون ”واڏون نهارڻ ۽ اڳ ۾ پهارڻ وارا.“

**سوال:** ڪن سياسي حلقن جو خيال آهي ته ولي خان بزنجو ۽ انهن جي پارٽي اين ڊي پي گهڻو وقت پي اين اي سان هلي ڪونه سگهندي. ان باري ۾ اوهانجو ڪهڙو خيال آهي؟

**جواب:** منهنجي خيال ۾ ڪن دوستن جي اها خواهش آهي. ولي خان جي سياست ته واضح آهي. پي-اين-اي ۽ ٻيا سڀ چون ٿا ته هاڻي سياسي سرگرميون بحال ٿيڻ گهرجن. جنرل ضياءُ به چوي ٿو ته مناسب وقت تي سياسي سرگرميون بحال ڪيون، پر ولي خان چوي ٿو ته ضرورت ڪهڙي آهي؟ ڏاڍي هڻي ڏهه، ٿوڏو هڻي ٽيرهن. يعني خود حڪمران به چون ٿا ته اجازت ڏينداسين، پر ولي خان چوي ٿو ڪا ضرورت ڪونهي. يعني سلطاني گواهيءَ ۾ به هو ضرورت کان مٿي چڙهي ويو آهي، ۽ اتان هو موٽي ايندو؟ ٿي سگهي ٿو ته پي-اين-اي ٽٽي وڃي، سڀ جماعتون نڪري وڃن، پر ولي خان اڪيلوئي اعلان ڪيو ويٺو هجي. ولي خان في الحال چڱي موچاري عرصي تائين سامراج جي چاڙتائي واري سياست نه ڇڏيندو. باقي جيستائين مير بزنجي جو تعلق آهي ته بزنجو اڃا اين ڊي پي ۾ ڪونه ويو آهي. هو اڃا به واڙي ٽي بيٺو آهي. مير صاحب اڪثر اهڙيون ڳالهيون ٿو ڪري، جن سان ٻئي مطلب ڪڍي سگهجن ٿا. ان ڪري بلڪل واضح طور

تي نٿو چئي سگهجي ته، مير صاحب ڇا ڪندو، پر اسان اها اميد رکون ٿا ته، بلوچستان ۾ جيڪو شعور ۽ ماحول موجود آهي ان ڪري هئي پاسي وڃي نه سگهندو، ايتري قدر جو شايد اين ڊي پي ۾ شامل ٿي نه سگهي. اسان کي اميد آهي ته هو عوام دوست ڪئمپ ڏانهن موٽي ايندو.

**سوال:** ڪجهه بلوچ اڳواڻ جيڪي ولي خان جي سياست سان متفق ڪونهن، سي اوهان جي خيال ۾ اوهان سان گڏجي ڀيهر جدوجهد هلائيندا؟ اوهان ان سلسلي ۾ ڪي ڪوششون ڪيون آهن يا نه؟

**جواب:** جيڪي بلوچ اڳواڻ آزاد آهن، انهن تي ۽ سازش ـ ڪيس مان ڇٽل، هر ماڻهوءَ تي سرڪار جي نظر (Watch) آهي، ان ڪري منهنجي لاءِ ذاتي طرح انهن سان ملڻ، مسئلو آهي. بلوچستان ۾ هينئر ٣ رجحان آهن. پهريون، ڪمزور سهي پر اهو رجحان آهي تہ ولي خان وارن سان گڏجي سياست ڪجي. ٻيو آهي ته، بلوچستان جي سياست کي بلڪل الڳ رکجي، ۽ ٽيون آهي ته اسان سان گڏجي ڪم ڪرڻ کپي. بلوچ اڳواڻن جي اها ڪوشش رهي آهي ته اهي هڪڙي ئي دڳ ري ۾ رهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ڪو اهڙو فارمولا تيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا، جنهن ۾ ٽئي ڌريون نٽ ٿين. بهرحال مونکي ڪجهه وڌيڪ توقع آهي ته بلوچ اسان سان گڏجي، اهائي سياست ڪندا جيڪا ڳچي موچاري

عرصي کان بلوچستان جي سياست رهي آهي.

**سوال:** اڄڪلهه ملڪي سياست ۾ ڪي اڳ-واڻ محاسبي ۽ چونڊن کي هڪ ٻئي تي اوليت ڏئي رهيا آهن. اوهان جو انهن ٻنهي بابت ڪهڙو خيال آهي؟

**جواب:** ڏسو ۾ اچي ٿو ته، ٻئي عمل ڪونه پيا ٿين ۽ نه ٿي وري اهي موجوده حڪمرانن طرفان ٿيڻا آهن. مون ڪنهن رسالي ۾ پڙهيو ته اليڪشن ملتوي ٿي وئي، ڇو ته احتساب ٿيندو. احتساب ڪير ڪندو؟ اسان ڪنداسين. اوهان کي اهو حق ڪنهن ڏنو؟ نظريه ضرورت. جيڪڏهن نظريه ضرورت تي ڪنهن ٻئي به عمل ڪيو ته پوءِ؟ پوءِ ڏنو ويندو. سو هنن کي احتساب ڪرڻ جو ڪوبه حق ڪونهي. مسئلو آهي هنن جي احتساب ڪرڻ جو. احتساب جو حق صرف عوام کي آهي ۽ عوام وٽ احتساب جي صرف هڪڙي شڪل آهي، چونڊون. احتساب جو وري جيڪو عمل شروع ٿيو آهي اهو به انڪٽ آهي يعني جيڪڏهن هڪ سال ۾ ٨٠ سياستدانن جي لسٽ ڏهي ته، سڄي ملڪ جي سڀني سياستدانن جي احتساب لاءِ ٣٠ سال کن گهرجن. سو احتساب جو مقصد آهي، چونڊن ۾ دير ڪرڻ بلڪ چونڊون نه ڪرڻ. جي احتساب تي ويو ته پوءِ وري ڇنبو ته، امن امان بحال رکڻو آهي. ٻي ڳالهه ته اسان جي ملڪ ۾ اليڪشن ٿيندي ئي ڪونهي، پر جيڪڏهن پل ڇڪ مان ٿي به وئي ته اقتدار جي منتقلي ڀرامن

طريقي سان ڪونہ ٿيندي آهي. اسان جو هيل تائين جو تجربو شاهد آهي تہ حڪمران طبقا ٣٠ لک ماڻهن جو قتل ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا، پر پنهنجي مرضيءَ جي اسيمبلي نہ اچڻ ڪري، اقتدار جي منتقلي لاءِ تيار نہ ٿيا. جڏهن اڳين چونڊن جو نتيجو مجبور وجهي ها تہ پاڪستان ۾ عوامي ليگ جي، سنڌ ۽ پنجاب ۾ پ.پ جي ۽ بلوچستان ۽ سرحد ۾ نعپ ۽ جمعيت علماء اسلام جي گڏيل حڪومت هجي ها. سو طاغوتي طاقتن يعني چئن عنصرن، جاگيردار طبقي، هڪ هٿي سرمائيدار طبقي، هٿيار بند نوڪر شاهي ۽ آمريڪي سامراج، عوامي ليگ کي حڪومت نہ ڏني، سرحد ۽ بلوچستان ۾ همراهن کي استعمال ڪري، يعني غير جمهوري آئين تي صحيحون وٺي لاهي ڇڏيائون، ۽ جڏهن ڏٺائون تہ پ.پ بہ مڪمل طرح نمائندگي (طاغوتي طاقتن ڪرڻ) ڪرڻ بدران گهٽن تي هٿ تہ لاهي ڇڏيائونس. هائي اسان چونڊن تي زور ڏيڻ بدران، سڌي سنئين ڳالهہ ٿا ڪريون تہ اقتدار عوام جي حوالي ڪريو، ۽ اها حڪومت جيڪا هارين کي زمينون نہ ڏيندي، جيڪا قومي حق نہ ڏيندي، جيڪا بنيادي صنعتون قومي ملڪيت ۾ وٺي نہ هلائيندي، جيڪا سامراج کان ڇوٽڪارو حاصل نہ ڪندي، پوءِ ڪٿي اها چونڊيل هجي يا اڻ چونڊيل، اسان ان جا دشمن آهيون. هائي اسان لاءِ چونڊن جو نہ پر مقصد ۽ سياسي پروگرام جو مسئلو آهي. جيڪا حڪومت اهو پروگرام

عمل ۾ آئيندي ان کي تسليم ڪنداسين، ٻيءَ حڪومت کي نه مڃينداسين. ڪنهن جلسي ۾ مون کان هڪ جماعت اسلامي واري سوال ڪيو هو ته ”خدا به هڪڙو رسول به هڪڙو، يونٽ به هڪڙو سو ون يونٽ غير اسلامي آهي ته ثابت ڪريو، نه ته ان جي مخالفت نه ڪريو.“ مون جواب ڏنو ته، اهو وقت ويو، جڏهن اسين بحث ڪندا هئاسين ته هي شيءِ اسلامي آهي يا غير اسلامي، هاڻي تحريڪ جو وقت آهي. لاڏو اڳري آيو آهي اصل ٻري پيو، سو جيڪڏهن ون يونٽ اسلامي آهي ته به ٽوڙينداسين ۽ جيڪڏهن غير اسلامي آهي ته به ٽوڙينداسين. جيڪڏهن اوهان اسلام کي ون يونٽ سان لاڳو ڪندؤ ته ان کي نقصان ڏيندؤ، ساڳي طرح اڄ به اسان کي چار بنيادي حق، قومي حق، هارين جا حق، مزدورن جا حق ۽ سامراج کان ڇوٽڪارو گهرجي. چونڊون اسان لاءِ ثانوي مسئلو آهي. هاڻي اسان ڪنهن به ننڍي يا وڏي ڊرامي ۾ قاسو لاءِ تيار نه آهيون.

**سوال:** موجوده حڪومت جيڪي معاشي قدم کنيا آهن، انهن بابت اوهان جو ڇا خيال آهي؟

**جواب:** موجوده حڪومت جيڪي به معاشي، سياسي ۽ غير سياسي قدم کنيا آهن، ان کي ڪنهن به قسم جي ڪنهن به قدم کڻڻ جو ڪوبه حق ڪونهي. موجوده حڪومت کي رڳو هڪڙو حق آهي ۽ اهو آهي بئرڪن ۾ واپس وڃڻ جو. اسان چاهيون ٿا ته اها

پنهنجي واپس وٺڻ واري حق کي جلد استعمال ڪري.

**سوال:** پاڪستان ۾ سوشلزم آڻڻ لاءِ قومي سوال جي ڪيتري اهميت آهي؟ قومي ۽ طبقاتي جدوجهد ۾ پنجاب ڪهڙو ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو؟

**جواب:** انقلابي نه ڪي ڪان نه ڪي قومي حق لاءِ جان ڏيڻ ۾ فخر محسوس ڪندا آهن پر قومي نفرت کي پسند نه ڪندا آهن ۽ قومي نفرت، قومي استحصال جي ڪري پيدا ٿيندي آهي. اسان قومي استحصال ۽ قومي نفرت کي سوشلزم جي راهه ۾ وڏي رڪاوٽ سمجهون ٿا.

اسان جي ملڪ ۾ هڪڙو رجحان "خالص قوم پرستيءَ" ۾ آهي ته صرف قومي مسئلو ڪڍجي. ٻيو رجحان آهي "خالص سوشلسٽ" ۾ ته صرف طبقاتي جدوجهد ڪجي ۽ قومي مسئلو سوشلزم اچڻ ڪان پوءِ حل ٿي ويندو. اسان وٽ درحقيقت قومي سوال ۽ طبقاتي سوال ڳنڍيل آهن. اسان وٽ هڪڙي پاسي ڦورو طبقا هڪ ٻئي جا اتحادي آهن يعني سنڌ جا ڦورو طبقا سنڌ جي غلاميءَ ۾، ڪين حصو ڪجهه گهٽ ٿو ملي پر ان کي قائم رکڻ لاءِ، حاوي قوم جي جاگيردارن ۽ سرمائيدارن سان ڳنڍيل آهن. ٻئي پاسي مزدور طبقي کي سوشلزم آڻڻ لاءِ قومي مسئلو حل ڪرڻو پوندو. ڇو جو سوشلزم ان وقت تائين نٿو اچي سگهي جيستائين قومي جبر موجود آهي.

هوچي منهه چيو هو ته ورڊس ورٿ Words

Worth جي آمريڪا، ڪلٽن ۽ بارٽن جي آمريڪا سان سونکي پيار آهي، پر هٿيارن ۽ بارود جي ڪارخانن، نيپام بمن ۽ ريپبلڪن ۽ ڊيموڪريٽڪ پارٽين جي بدمعاشين جي آمريڪا کان مون کي نفرت آهي ۽ ان سان منهنجي جنگ آهي. ساڳئي نموني، ڀڳت سنگهه، دادا منصور، هارين ۽ مزدورن جي پنجاب سان اسان کي پيار آهي پر سامراجي چاڙتن جي نوڪر شاهي، چوڌرين، ٽوانن، ملڪن ۽ سهگلن جي پنجاب سان نفرت ۽ جنگ آهي. ان چوڻ جو مطلب آهي پنجاب ۾ ڪمزوري سهي پر اهڙيون قوتون موجود آهن جيڪي هن نظام کي بدلائڻ چاهن ٿيون. پنجاب جي هاري ۽ مزدور کي سوشلزم آڻڻ لاءِ ضرور تيار ٿيڻو آهي ۽ ڪيس ننڍين قوميتن جي سات ڏيڻ لاءِ مجبور ٿيڻو پوندو. ۱۹۷۱ع ۾ جڏهن بنگال جا ٽيهه لک ماڻهو قتل ٿيا ته پنجاب جي ماڻهن سمجهيو ٿي ته يحيٰ خان ۽ سندس جنرلس جو ٽولو ٺيڪ پيو ڪري. هينئر ايڏو وڏو قتل عام ڪونهي، پر پنجاب جو ماڻهو حڪمران ٽولي جي خلاف ٿي بيٺو آهي. حڪمران ٽولو ايڏي وڏي بحران جو شڪار ڇو آهي؟ هڪ ته ڪالهه جيڪو اسرنڊڙ سرمائيدار جو حڪومت ۾ چڱو حصو هئو اهو ڦريو ويو آهي. ٻيو ته اسان جي ملڪ جي خاص حالتن ۾ فوج هڪ وڏي سياسي پارٽي آهي، ان جي قطعي اڪثريت وڏي قوم سان تعلق رکي ٿي ۽ اتي حڪمرانن خلاف جذبن

جي واڌاري، حڪمرانن ڪي ڏاڍي اڻ تڻ واري حالت ۾ آڻي ڇڏيو آهي. هو اليڪشن نه ڪٽڻ جي پوزيشن ۾ به ناهن ته، ڪٽڻ جي پوزيشن ۾ به ناهن، هڪ وڏي ڏيڻ ۾ قائل آهن. ان جو وڏو حصو پنجاب جي ماڻهن جو مزاج به آهي. اهو مزاج عوام جي جمهوري تحريڪ ۾ تمام اهم ڳالهه آهي. جهڙيءَ طرح پنجاب جو عوام ننڍين قوميتن تي جبر ختم ڪرڻ کان سواءِ آزاد نٿو ٿي سگهي، اهڙيءَ طرح اسان کي به پنجاب جي عوام جي حمايت جي ضرورت آهي.

اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته، جڏهن وڏا وڏا قوم پرست بنگال جي قتل عام تي چپ ڪي چونڊو لڳايو ويٺا هئا، ان وقت پنجاب جي ڪن ڏورڙن دوستن بنگال ۾ قتل عام خلاف پمفلٽ ورهايو جيتوڻيڪ پنجاب ۾ اسان کان ڏکيون حالتون آهن، ڇو جو جڏهن اسان هتي جتي جلوس ڪڍيو يا مون بيان ڏنا ته سنڌ جي ماڻهن اسان جي همت افزائي ڪئي، پر پنجاب ۾ اسان جي دوستن کي پوليس جي حوالي ڪرڻ کان اڳ عوامئي موچڙا هنيا جي ”روس دي، ڀارت دي، افغانستان دي، ايجنٽ آ ڪئي“ اڄ اهو سا ڳيو پنجاب جو عوام آهي، جو بيواجبي خلاف اٿي بيٺو آهي. بلوچستان ۾ قتل عام خلاف به اسان جي پنجاب وارن دوستن ڪلي عام مالي امداد ڪئي ۽ اعلان ڪيائون ته بلوچستان پئسا موڪليندا سين. اها تبديلي جمهوري تحريڪ جي وڏي مدد ڪري سگهي

ٿي ۽ ڪندي.

**سوال:** ڇا سنڌ ۾ سنڌي، مهاجر فرقيوارانه فساد پيهر ٿي سگهي ٿو؟

**جواب:** ڪجهه وقت اڳي سنڌ ۾ حر ۽ غير حر فساد ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي. ان جو مقصد هو ته احتساب واري ڊرامي کان پوءِ "امن امان" جي بحال ٿيڻ تائين، اقتدار جي منتقلي کي روڪي سگهجي. هاڻي فرقيواري فسادن جو مقصد وڏي ڳالهه آهي، اهو آهي ته آمريڪا کي ڪراچي هڪ بحري اڏي ۽ آزاد بندرگاهه طور گهرجي. ان ڪري پهرئين مرحلي ۾ ڪراچيءَ کي آزاد تجارتي علائقو قرار ڏيڻ ۽ پوءِ آزاد اڏي کان اڳ ان کي صوبي بنائڻ جي ضرورت آهي ۽ آمريڪا ۽ اسان جي ملڪ ۾، ان جا ڇاڙتا اهڙا فساد ڪرائي، ڪراچي صوبي جو سبب هٿ ڪرڻ ٿا چاهين. ساڳئي وقت عوام جي صفن کي ورهائڻ به چاهين ٿا ته جيئن اقتدار بچائي سگهجي. ته اهڙا امڪان آهن، عوام دشمن طاقتن طرفان ۽ ان کان عوام کي چوڪس رهڻ گهرجي. ان لاءِ نه رڳو ائين به ٿي سگهي ٿو، ڪي پاڻ کي مهاجر سڏائي سنڌ دشمن ڳالهيون ڪن پر سنڌين مان به اهڙا ايجنٽ پيدا ٿي سگهن ٿا، جيڪي "مڪڙ ماربو" جا نعرا هڻن. بهرحال انهن جو مقصد دراصل فساد ڪرائي ڪراچي صوبو ۽ آمريڪي اڏو ڏاهڻ هوندو.

**سوال:** هن وقت سرڪاري ملازمن جون وڏي ڀاڱي تي چانئيون ٿي رهيون آهن. هتي اهو احساس وڌي رهيو آهي ته اهو سنڌين سان تعصب وارو رويو آهي. ان بابت اوهان جو خيال ڇا آهي؟

**جواب:** انهي مسئلي جا ٻه رخ آهن. هڪڙو ته هر نئون حڪمران، پنهنجي ڪنٽرول کي مضبوط ڪرڻ لاءِ پنهنجا فرمانبردار ڪامورا رکندو آهي. ان پهلوءَ کي آمريڪا ۾ قانوني شڪل حاصل آهي، اتي جيڪڏهن ريپبلڪن پارٽي يا ڊيموڪريٽڪ پارٽي جي حڪومت بدلجي آهي ته اٽڪل پنج هزار سرڪاري ملازم نوڪرين مان ڪڍيا ويندا آهن. اسان جي ملڪ ۾ اهڙي قانوني شڪل ناهي، ان ڪري وري لسٽون ڏهنديون آهن ته هي ڪامورا نا اهل آهن. ٻيو رخ هي آ ته نئين قوميتن ۾ خاص طرح سنڌ جي وچولي طبقي کي، هاڻي پهريون پيرو ٿوريون گهڻيون، نوڪريون ملڻ شروع ٿيون هيون. هاڻوڪين معروضي حالتن ۾ حڪومت ڪن ڳالهين ۾ سنڌي ڪامورن تي اعتبار ڪرڻ لاءِ تيار آهي. ان ڪري اها سڄي ملڪ مان ڪامورن کي ڪڍي رهي آهي، ٻر سنڌ مان خاص طرح. ان سان ٿيندو هي ته جيڪي ماڻهو انتقامي طور نوڪرين مان نڪرندا، اهي اتان نڪري قومي انقلابي تحريڪن سان اچي ملندا، ۽ جيڪڏهن حڪومت، ڪين نه ڪڍي ها ته سندس خيال موجب انهن ملازمن جون وفاداريون مشڪوڪ

رهن، اهو مسئلو ننڍڙو ڏسي سهي پر قومي حقن جو حصو آهي، ڪوٽا جي لحاظ کان به مرڪز ۾ ڪيتراڻي ڪانا آهن، جن ۾ هڪڙو به سنڌي ڪونهي ۽ ڪن ڪاتن ۾ جيڪي ٿورا سنڌي آهن، تن کي به هيٺڙ ڪيو پيو وڃي. اهو عمل هڪدم بند ٿيڻ گهرجي.

سوال: اوهان جو سنڌ جي ۴ مارچ واري شاگرد تحريڪ ۾ عملي ڪردار رهيو آهي. توهان ان جدوجهد کي ڪيتري اهميت ڏيو ٿا؟

جواب: ان وقت هڪڙي شاگرد جماعت حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن هئي. آءُ ان جو جنرل سيڪريٽري ۽ يوسف لغاري ان جو صدر هئو. اسان انهن جلوسن ۾ سنڌي ٻولي قومي ٻولي ۽ ون يونٽ ٽوڙيندا سين، جا نعرا هڻندا هئاسون، جن تان يوسف ۽ اسان جو اختلاف به ٿيو، يوسف چيو ته اهي نعرا نه هڻو، جو گورنمينٽ ڪاوڙجي پوندي. بهرحال اسان اهي نعرا هنيا، ان کان پوءِ ڪي ماڻهو مسٽر پاڇجي جهڙا آهن، جن چيو ته انهن (چار وارن) ۴ مارچ واري نابالغ تحريڪ کي تيز نعرا ڏئي شاگردن کي مارائڻ جي سازش ڪئي. نه ته لاٺي چارج نه ٿئي ها. اسان غلط ڪيو يا صحيح، تيز نعرا هنياسين، جنهن ڪري لٺيون لڳيون، ان مان ڪو فائدو پيو يا نقصان، ان جو فيصلو تاريخ ڪندي. اسان ان وقت، وسيع قومي نعرا ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، ان جي نتيجي ۾ خاص طرح سنڌ جي وچولن طبقن ۾ هڪ اپار پيدا

ٿيو، ۽ اهوئي شاگردن، ۽ سنڌ جي ٻين وچولن طبقن جي سياست ۾، دلچسپي وٺڻ ۽ قومي حقن جي جدوجهد ڪرڻ جو نقطہ آغاز هئو. هيئر وري به ان واقعي کي مسخ ڪرڻ، جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي. تازو فيبروري جي تحريڪ رسالي ۾ لکيو ويو آهي ته چام ساڦي وارا ۽ مارچ تحريڪ جي خلاف هئا، ۽ تحريڪ اڳي ئي ٿيڻ هئي، ان ڪري هو پوءِ اچي ان ۾ شريڪ ٿيا. حالانڪ واقعي جا اکين ڏٺا شاهد شڪور دائود پوٽو، اعجاز قريشي، نواز پنو، علي اڪبر بروهي وغيره اڃا جيئرا آهن، ته کي چٽيءَ طرح يا هوندو ته، اسان ٿي سنڌي ٻولي، قومي ٻولي، جا نعرا هنيا ۽ ڪن دوستن ان جي مخالفت ڪئي هئي. ان جي باري ۾ مون هڪ مضمون به لکيو هئو جيڪو پوءِ ”سنڌ جي شاگرد جدوجهد“ جي نالي سان ڪتاب جي صورت ۾ شايع ٿيو. ان ۾ حقيقي تاريخ ڏنل آهي. ان ۾ جيڪي به واقعا لکيل آهن، انهن کي ڪوبہ غلط نہ چئي سگهندو، باقي مون تجزيو پنهنجي نقطہ نگاهہ کان ڪيو آهي.

**سوال:** گذريل سال ”تحريڪ“ ۾ مسٽر پليجي لکيو هئو ته، چام ساڦي لسٽن جي تحريڪ دوران گرفتار ٿيل شاگردن مان ٿورن کي آزاد ڪرائي، باقي رهيل شاگردن خلاف ڪريل ۽ ذليل سازش ڪئي هئي. اوهان ان بابت ڇا ٿا چئو؟

**جواب:** ها مون اهو پڙهيو به آهي. اهو لکيل

واقعو اڪثين. لڪيل نسوري ڪوڙ جي پيٽ ۾ اڌ سچ آهي. در اصل حڪومت مون کي هر صورت ۾ گرفتار رکڻ پئي چاهيو. حڪومت گرفتار ڪيل ماڻهن جا پنج ڀاڱا ڪيا. پهريان ٻڪ هڙتالي شاگرد، ٻيا وڪوڙي (Agitator) شاگرد، ٽيان هاري ۽ مزدور، چوٿين ڀاڱي ۾ غلام محمد لغاري ۽ قاضي فيض محمد ۽ پنجين ڀاڱي ۾ مڪ غدار جام ساقي. اڪشن ڪميٽيءَ سان ڳالهين ۾ حڪومت پهرين چئني حصن کي ڇڏڻ جي پيشڪش ڪئي، پر پنجين کي نه. سو اڪشن ڪميٽي موٽي آئي. وري ڳوڙ ٿيو. حڪومت ٽي ڀاڱا ڪيا هڪ سڀ شاگرد، ٻيا سياستدان، هاري ۽ مزدور ۽ ٽيون ”مڪ غدار“ وري به اڪشن ڪاميٽي کي پهرين ڀاڱن کي ڇڏڻ جي آڇ ڪيائون، پر ووي به سمجهوتو نه ٿيو. ٻه ٽي ڏينهن گذريا ته حڪومت مون کي هڪ سال سزا ڏئي ڇڏي. ٻوه وري ڳالهين ۾ چيائون ته هاڻي غير سزا يافته کي ڇڏيون ٿا، پر سزا يافته کي نه ۽ سزا يافته رکو مان هئس. ايڪشن ڪميٽي جيل ۾ اسان کي صورتحال کان آگاهه ڪيو. شاگردن جيل ۾ جنرل باڊي ڪوٺائي، جنهن ۾ ٻڪراء فيصلو ٿيو ته، جام کي ڇڏي آزاد نه ٿيو. مون کي ٻئي ڏينهن ٻاهران نياپو مليو ته پليجو ۽ مسعود نوراني پروپيگنڊا ڪري رهيا آهن ته شاگرد نه آزاد ٿي وڃن ها، پر جام انهن کي رکيو پنهنجي ڪري آزاد ٿيڻ نتو ڏئي. ان وقت تازو مون

کين دل جو دورو (Heart attack) ٿيو هئو، جنهن کري آءُ ڏاڍو جذباتي هئس. مون هڪدم جنرل باڊي کوٺائي ۽ چيو مان، ته فيصلو ڪريو ته توهان کي آزاد ٿيڻو آهي. جنرل باڊي وري يڪراءِ فيصلو ڪيو ته، توهان کي ڇڏي آزاد ٿيڻو ناهي. ان وچ ۾ جيل وارن کي جيڪو اڪيلو هٽ پئي آيو، ان کي زوريءَ ٻاهر پئي ڪڍي ڇڏيائون. مون وري جنرل باڊيءَ کان پوءِ دوستن کي چيو ته توهان جو فيصلو ڪئنسل ۽ منهنجو فيصلو اهو آهي ته، توهان آزاد ٿي وڃو. سڀ ڏينهن دوستن کي ڏکي، ٻاهر ڪڍڻ کان پوءِ، شام جو آءُ اڪيلو هئس. شاگرد ته سڀ آزاد ٿيا.

اهو سچ آهي باقي ٻچيل شاگردن کي مارائڻ جي جيڪا مون ڪريل سازش ڪئي هئي اهو "ٻچيل" شاگرد مان پاڻ هئس. مسٽر پليجي اها ڳالهه لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته اهي ٻچيل شاگرد ڪير ۽ ڪيترا هئا. مون تي اها تنقيد ته ڪري سگهجي ٿي ته مون اهو فيصلو، غير سياسي، غير جمهوري ۽ جذباتي ڪيو، ۽ اها آءٌ قبول ٿو ڪريان، جو آءٌ به ته هڪ شاگرد هئس ۽ جيڪڏهن منهنجي جاءِ تي ڪو ٻيو شاگرد هجي ها ته آءٌ فيصلو ڪري جي قطعي اجازت نه ڏيان ها. پر ان جي پويان جذبي کي به ته محسوس ڪرڻ کپي، جنهن تحت مون ائين ڪيو. سو اها ڳالهه ائين هئي، اچا ڌاڻين اهڙا ڪوڙ ڳالهايا پيا وڃن. رسالي

هجڻ جو غلط فائدو ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو اٿين به وٺندا آهن.

**سوال:** مسٽر رسول بخش پليجو سڄو دنيا جي ڪميونسٽن جي لاءِ عزت ۽ احترام جون ڳالهيون لکندو آهي، پر پاڪستان جي ڪميونسٽن کي سنڌ دشمن سازشي ڪوٺيندو آهي. ان پروپيگنڊا جو سياسي، طبقاتي ۽ تاريخي پس منظر ڪهڙو آهي؟

**جواب:** لينن چيو هو ته اڪثر ملڪن جا سرمائيدار ٻئي ملڪن جي انقلابين جي تعريف ڪندا آهن ۽ پنهنجي ملڪ جي انقلابين کي گهٽ وڌ ڳالهائيندا آهن، ڇو جو انهن جو سڌو سنئون ٽڪر ٻئي ملڪ جي نه، پر پنهنجي ملڪ جي انقلابين سان هوندو آهي. ان ڪري پنهنجي ملڪ جي انقلابين کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لاءِ ٻين ملڪن جي انقلابين جي تعريف به ڪبي آهي. مسٽر پليجو ۽ اسان هڪ ٻئي کي چڱيءَ طرح ڄاڻون ٿا. هو جيڪڏهن اسان کي گاريون نه ڏين ته اهي ٻيهي نه سگهن. هنن جي سياست جو فلسفو ئي اسان کي گاريون ڏيڻ تي ٻڌل آهي.

ٻيو سبب آهي ته ٻهراڙي ۽ شهر جي وچ ۾ تضاد هوندو آهي. اهو تضاد آهي ته ٻهراڙي شهر جي نوآباديت هوندي آهي ۽ شهر کي ڪچو مال، ڪپهه، ڪمند، وغيره مهيا ڪندي آهي ۽ شهر اهو مال تيار ڪري ڪپڙو ۽ کنڊ وغيره ڳرن قيمتن تي ٻهراڙيءَ کي ڏيندو آهي. ان تضاد کي مسلم ليگ، هندو ۽ مسلم جي شڪل ۾ ڦهلائي

فرقيواريت ڦهلائڻ ۾ ڪامياب ٿي هئي. ساڳئي طريقي سان، اڄ اهو تضاد سنڌي مهاجر جي نالي ۾ استعمال ڪيو پيو وڃي، پر ان جو مقصد اڄ هاري ۽ مزدور کي الڳ رکڻ آهي. جناب هي وڌيڪ صديءَ جو آخري حصو آهي، ان ڪري سوشلزم کي خراب نٿو چئي سگهجي. اڄ جيڪي چون ٿا ته سوشلزم خراب آهي، ماڻهو انهن سان پاڻ ئي مقابلو ڪن ٿا.

ان ڪري سوشلزم کي نه سٺو چئبو، پر چئبو ته شهر جا مزدور حرامي آهن. پر مزدورن کي به سڌو سنئون حرامي چوڻ ڏکيو آهي، سو چئبو ته هي غير سنڌي آهن، ان ڪري حرامي آهن. دنيا ۾ ڪو به اهڙو صنعتي مرڪز ڪونهي ۽ نه ئي ٿي سگهي ٿو، جتي هڪڙي قوم جا مزدور هجن. هينئر جيڪڏهن ڪراچيءَ جون سڀ ملون خالي ڪجن ته ڇا اندرين سنڌ مان ايترا مزدور اچي سگهن ٿا؟ بلڪل نه. پيو ته ملڪ جي ۶۰ سيڪڙو صنعت سنڌ ۾ آهي. ڇا سرمائيدارن کي سنڌ سان عشق هئو، جو سنڌ ۾ صنعت لڳايائون؟ يا انهن اها صنعت بندرگاهه ۽ ڪچي مال جي ڪري هنئي؟ بي ڳالهه ته ڇا ۶۰ سيڪڙو صنعت جي موجودگي، اها ڳالهه ثابت نٿي ڪري ته، جي ڪجهه پيا ماڻهو به مزدوري ڪن ته، اسان کي ان طريقي سان اعتراض نه ڪرڻ کپي. اسان جي پروگرام جو بنياد هاري ۽ مزدور جي بڌيءَ تي هئڻ کپي. ماڻهو پروگرام ته پلو ڪئي، پر هاري

۽ مزدور ۾ ڪهڙي به نالي سان نفرت ڦهلائي ته اها انقلاب دشمني آهي.

هاري ڪانفرنس ۾ اسان مطالبو ڪيو ته سڀني غير حاضر زميندار ختم ڪريو. پليجي اعتراض ڪيو ته هن ڪوڙن ڪليمن ختم ڪرڻ جو مطالبو ڪونه ڪيو آهي. انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو ته ڪوڙو ڪليم ته غلط آهي، پر سچو ڪليم ته صحيح آهي. مارڪسي نقطہ نگاھ کان سچي ڪليم وارو ته وڏو دشمن آهي. ڇو جو ڪوڙي ڪليم وارو هندستان ۾ بکيو هئو، پر هتي ڪوڙي ڪليم وسيلي زميندار ٿيو، يعني ٺڳ ٿيو ۽ ان ڪري دشمن ٿيو، پر سچي ڪليم وارو جيڪو اتي به هزار ايڪڙ زمين جو مالڪ هئو ۽ هتي هزار ايڪڙن جو مالڪ ٿيو، اهو ته هتي به دشمن آهي ۽ اتي به دشمن آهي، ۽ اتي به دشمن هئو. ان ڪري سڀني ڪليم وارن زميندارن، ڪامورن ۽ غير حاضر زميندارن کان سڄي زمين کسي بي زمين هارين کي ڏيڻ کپي اهو آهي طبقاتي پس منظر.

هن موقعي تي وڌيڪ ان ڪري ڇوڻ مناسب نه ٿو سمجهان، جو مسٽر پليجي کي ڪابہ ڊر جي اتحاد ۾ شريڪ نه ٿيڻ جو بهانو نہ ملي. باقي جڏهن اسان صفا آسرو لاٿو ته پوءِ سڀ ڪجھ پڌرو ڪيو. اتحاد ۾ شريڪ ڪرڻ لاءِ اسان ان ڪري ٻہ زور ڏيندا رهيا آهيون، جو عوامي تحريڪ ۾ گهڻا مخلص نوجوان آهن.

جيڪي سوشلزم لاءِ جدوجهد ڪرڻ چاهن ٿا.

**سوال:** اوهان هڪ مضمون ۾ لکيو آهي ته جيڪڏهن پاڪستان ۾ هن وقت ڪابه ڏر اتحاد ڪري ۽ سامراج جو مقابلو نٿي ڪري ته سامراجي هٿي اڏونڊڙ تبديليون آڻيندا، هوڏانهن قوم پرست قيادت جو چوڻ آهي ته جاگرافيائي تبديليون ئي مسئلن جو حل آهي. اوهان ايشيا ۾ تجويز ڪيل گڏيل منڊيءَ جي پس منظر ۾ ان بابت ڇا ٿا چئو؟

**جواب:** اهي اسان ئي آهيون، جيڪي پاڙيسري ملڪن سان سٺا ناتا رکڻ جا خواهان رهيا آهيون ۽ اهڙيون ڪوششون به ڪندا رهيا آهيون. جنهن ڪري ئي اسان ۽ هر جمهوريت پسند کي ڪڏهن پارت، ڪڏهن روس ته ڪڏهن افغانستان جو ايجنٽ چيو ويو آهي. سنڌ، پنجاب، بلوچستان ۽ سرحد جي عوام ۾، قومي حق ڏيڻ سان ئي پائيچارو پيدا ٿي پي سگهيو، (سوويت يونين ۾ هر قوم کي علحدگيءَ جو حق آهي پر ان جي نتيجي ۾ سوويت يونين جا ماڻهو ۽ قومون وڌيڪ متحد آهن) ته پوءِ ٿرا وڌيڪ قومي حق ڏيڻ اوتري وڌيڪ محبت پيدا ڪندي. اوهان ڏٺو ته ون يونٽ ٽاهي، جيڪو چيائون ته ماڻهن ۾ پڌي ٿا پيدا ڪريون سو پڌيءَ بدران نفرت ۽ ڪشيدگي پيدا ٿي.

ساڳيءَ طريقي سان هي گڏيل مارڪيٽ جي نالي ۾ ملڪن جو ون يونٽ پيو ٺاهيو وڃي، ايران ۽

هندستان جي وڏي سرمائيدار جي سر پرستيءَ ۾ سو ان
جو نتيجو به پاڻيچارو نه، پر منافرت ڪرندو. ملڪ ۽
قومون پاڻ ۾ وڙهنديون ۽ تعلقات ايترا ته ڪشيده ٿيندا
جو وري پاڻ ۾ گڏجي رهي سگهڻ جي گنجائش پيدا
ڪونه ٿيندي. ان ڪي سمجهڻ لاءِ هي سمجهڻو پوندو
ته هي اهو زمانو نه آهي، جڏهن آمريڪا ويٽ نام ۾ فوج
لاٿي هئي. هن زماني ۾ ڏسون ٿا ته آمريڪا هاءِ گهوڙا
گهٽي ٿو ڪري پر انگولا، گني ساڻو ۽ موزمبيق ۾ فوج
نٿو موڪلي سگهي. گهٽ وڌي پيٽ ٿو سڙيس، پر سوماليه
۾ فوج نٿو موڪلي سگهي. جڏهن ته سوشلسٽ ملڪ
بين الاقوامي يڪجهتي جو اظهار ڪندي پنهنجا فوجي
۽ مشير موڪلن ٿا، انهن جي فوجن موڪلڻ جي وري
پي صورت آهي. مثال طور ڪيوبا جا انگولا ۾ ڏهه هزار
فوجي هئا. اتي شڪايت پيدا ٿي (جيڪا شڪايت اڃا
مشڪوڪ آهي) ته ڪن فوجن انگولا جي عورتن سان
هٿ چراند ڪئي آهي. انهن فوجين جي ڪمانڊر انهن
ڏهن ئي هزار سپاهين جي سامهون، انهن مشڪوڪ
فوجن ڪي متاثر عورتن جي هٿان شوٽ ڪرايو. مقصد
ته اڄ سڄي دنيا ۾ پهل ڪاري (Initiative) سوشلسٽ
ملڪن جي هٿ ۾ آهي. اسان جي خطي ۾ جيتوڻيڪ
بنگال ۽ بلوچستان جي عوام کي، عارضي طرح تڪليف
به پهتي آهي، پر پوءِ مجموعي طرح سان، اڄ به پهل ڪاري
سوشلسٽ بلاڪ جي هٿن ۾ آهي. هاڻي جڏهن آمريڪا

نه ئي فوجون تـو موڪلي سگهي، ۽ نه ئي وري نيون اسڪيمون ٿو ڏاهي، ته پوءِ ڇا ٿـو ڪري؟ سوشلسٽ ملڪن جي هڪ راهه هئي ته هن خطي جي ملڪن کي پاڻ ۾ سنا لاڳاپا رکڻ کپن، ۽ جهڙو واپار هو سامراجي ملڪن سان ٿا ڪن، اهو پاڻ ۾ ڪرڻ کپن. انهي ۽ ئي سلسلي ۾ ايشين سيڪيورٽي پلان جـي رٿ هئي. سو آمريڪا هاڻي ان اسڪيم کي ڦٽائڻ جـي ڪوشش ٿو ڪري. ڦٽائڻ لاءِ سڌو سنئون ائين ٿو چئي سگهي ته پاڻ ۾ وڙهو، جيئن اڳـي هٿيار ڏئي ويڙهائيندو هو، جيئن ١٩٦٥ع ۾. هاڻي چوي ٿو تـه گڏيل مارڪيٽ ٺاهيو ته اوچتو سامراج ۾ هي ڦيرو ڪيئن آيو؟ اهو ان ڪري جو سامراج ان گڏ ٿيڻ واري عمل کي ون پوائنٽ وانگر اهڙو سطحي ۽ متضاهون ٿو بڻائي، جيئن ملڪن ۾ نفرت وڌي. سو هاڻي سامراج ورهايـو ۽ ويڙهايو (Divide and rule) جي اصول کي سوشلسٽ ملڪن جي پاليسين کي بگاڙڻ جي ڪوشش ڪندي، لاڳو ڪرڻ ٿو چاهي. باقي پنهنجي ليکي ڪو پلان ٺاهڻ جي لائق نه رهيو آهي.

ان جي جاءِ تي اسان جو موقف آهي ته، هڪٻئي سان سٺا تعلقات رکجن. اهڙو واپار ڪجي جو جيڪي شيون اسين سامراجي ملڪن انگلينڊ، آمريڪا، جرمني وغيره کان گهرايون ٿا، اهي هندستان کان گهرايون، باقي اهڙيون شيون جيڪي پاڪستان ۾ ٺهن ٿيون، اهي هندستان کان نه گهرايون، ڇو جو اني لارج اسڪيل

پرادڪشن جي ڪري، اهي شيون مستيون پون ٿيون، جنهن ڪري ننڍو صنعتڪار تباهه ٿي ويندو. پ پ جنهن شملا ٺاهه ڪيو هو، اها به اڄ پاڪستان ۽ ڀارت جي موجوده حڪومتن جي پاڻ ۾ ٺاهه جي ڳالهين جي مخالفت ٿي ڪري، ڇو جو اها ان ننڍي اسرندڙ سرمائيدار جي ترجمان آهي. پوءِ اها مخالفت ڪٿي ڪهڙي به اسلام يا ٻئي سياسي نالي ۾ هجي. اسان وٽ اڳي هاءِ ڪورٽ هندستاني فلمون گهرائڻ جي اجازت ڏني هئي. پاڪستان جا اداڪار ۽ پروڊيوسر اسلام جا نعرا هڻي چوڻ لڳا ته ڪافرن جون فلمون نه کپن، سو فلمون ڪهڙيون اسلامي هونديون آهن؟ خطرناڪ ۽ الائي ڪهڙا ڪهڙا ناڪ، اهي سڀ ڪي اسلامي فلمون هونديون آهن؟ درحقيقت انهن فلمن جي هتي اچڻ سان، هتان جي پروڊيوسرن، اداڪارن ۽ اسٽوڊيو جي مالڪن کي ڌڪ ٿي رسيو، سو ”اسلام کي خطري“ وارو آسان نسخو استعمال ڪيائون.

اوهان ڏٺو ته جيڪي وڏا وڏا قوم پرست، جيڪي جاگرانيائي تبديلين جي ڳالهه ڪندا هئا، اهي اڄ فوج ۽ قومي اتحاد جي حمايت به ڪن ٿا ۽ نظام مصطفيٰ کي غير متنازع به قرار ڏين ٿا. اها ڳالهه چٽيءَ طرح ظاهر آهي ته قومي حقن جي جدوجهد ۽ علحدگي پسندي به جدا شيون آهن. قومن کي علحدگيءَ جو حق ضرور هئڻ کپي، پر اهو ضروري نه آهي ته اهي هرويرو به

الڳ ٿين. حق هجڻ سان علحدگي پسنديءَ جو رجحان کھڻجي ٿو. مثال طور جڏهن اسان چوندا آهيون، پنجاب جي ڪاموري کي پنجاب ۾، ۽ سنڌ جي ڪاموري کي سنڌ ۾ رکو، ته نه رڳو انساني لحاظ کان هن سان همدردي آهي، پر اهو به مقصد هوندو آهي ته جيئن حڪومت ان کي غير جمهوري ۽ وحشياڻي نموني سان استعمال نه ڪري سگهي. مثال طور جيڪڏهن ٺٽي الهيار جو ويٺل صوبيدار، ڪنهن ساڳئي ڳوٺ جي ماڻهوءَ سان زيادتي ڪرڻ کان اڳ سوچيندو ته متان اهو ماڻهو ڪنهن دوست يا مٽ مائٽ جو واقفڪار يا دوست هجي، سو ائين ڪرڻ سان حڪومت قومي نفرت وڌائيندي آهي. اسان اها منافرت ختم ڪرڻ لاءِ بلوچستان جي جي ماڻهوءَ کي بلوچستان ۾، ۽ سنڌ جي ماڻهوءَ کي سنڌ ۾ نوڪري ڏيڻ جو حق گهرون ٿا، جڏهن ته خالص قوم پرست سياستدان چوندا آهن ته پڃو جو پنجابي سڀ خراب ماڻهو آهن، ان ڪري کين هتان ڪڍڻ کپي. اوهان ڏٺو ته علحدگيءَ جا پرچارڪ اڄ آمريڪا جا حامي آهن. اڄ به اسان قومي حقن لاءِ جدوجهد ڪريون ٿا. جهڙيءَ طرح نعيپ ۾ جيڪي ترقي پسند دوست هئا اهي مزاريءَ سان گڏ ڪونه ويٺا، پر الڳ نيشنل پروگريسو پارٽي ٺاهيائون جنهن جو پروگرام لڳ ڀڳ نعيپ جهڙوئي آهي. باقي خالص قوم پرست رڳو پنهنجي طبقاتي مفاد جي بچاءُ لاءِ صرف ان ڳالهه تي زور ٿا ڏين ته پهريان

الڳ ملڪ وٺون، پوءِ هارين کي ۽ مزدورن کي حق ڏيا. باقي علحدگي ڪنهن جي لاءِ آهي؟ ملڪ جي وسيع آبادي هارين ۽ مزدورن جي مسئلن تي ڇپ، باقي هر مسئلي جو حل الڳ ملڪ. بنگالين تي جڏهن بي انتها ظلم ڪيو ويو، تڏهن ئي انهن الڳ ٿيڻ جو فيصلو ڪيو. پر ڇا ان سان مسئلا حل ٿي ويا. يا مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ اڃا به بهتر سماجي تبديليءَ جي ضرورت آهي. ملڪ جي موجوده وڏي سان بحران سان جيئن جيئن حڪمران طبقا نڪرڻ جي ڪوشش ٿا ڪن، تيئن تيئن ڏيهي وانگر ان ۾ ڦاسندا ٿا وڃن. تازو لاهور ۾ هڪ ماڻهوءَ هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪيو ته مون بئنڪ مان ١١ هزار روپيه قرض ورتو هو، بئنڪ ان تي ٢٨ هزار روپيه وياج چاڙهيو آهي. مون ٩ هزار پياري ڇڏيا آهن، باقي رهيل ٢ هزار به پياري ڇڏيندس پر وياج آءٌ نٿو پياري سگهان، ڇوته اهو جنرل صاحب فرمايو آهي ته غير اسلامي آهي. هاءِ ڪورٽ فيصلو ڏنو ته، جناب اهي سڀ ڳالهيون آهن. اسان وٽ ڪوبه اهڙو حڪم نه آيو آهي. جڏهن اهڙو حڪم جاري ٿيندو ته بئنڪون ڪيئن هلنديون؟ پاڪستان تي ورلڊ بئنڪ جي وياج جو ڇا ٿيندو؟ خود سعودي عرب به ٧٦-١٩٧٥ع لاءِ پاڪستان کي جيڪو قرض ڏنو آهي، ان تي به ٤ سيڪڙو وياج آهي. ڇا پاڪستان سعودي عرب کي وياج نه ڏيندو؟ اهي سڀ ڳالهيون عمل ۾ نٿيون اچي سگهن.

هاڻي موجوده بحران جو رڳو هڪڙو نتيجو نڪرڻو آهي ته ملڪ ۾ مثبت سماجي تبديلي اچي. ان تبديليءَ کي روڪڻ لاءِ حڪمران طبقا گڏيل منڊيءَ جي نالي ۾، هن علائقي جي رجعت پسند طاقتن کي ملائي عوام جو مقابلو ڪرڻ چاهين ٿا. يعني اهي سڀ ملي پاڪستان جي حڪمرانن کي پاڪستان جي عوام کان بچائين، پوءِ وري هندستان جي حڪمرانن کي انهن جي ملڪ ۾ ايندڙ بحران کان بچائين، پوءِ وري بنگلا ديش واري کي به بچائن، جيڪو اڳيئي رڙيون ٿو ڪري ته آءٌ بس بندوق کڻيو بيٺو آهيان ۽ اليڪشن ڪرائڻ جي همت ڪانهي. ٻئي پاسي وري آمريڪا کي اڏو به کپي سو سڄي ملڪ کي اڏو بڻائڻ وارو وقت هاڻي ويو، هاڻ هو ڪراچي کي الڳ ڪرائڻ جي ڪوشش به ڪندا، فرقيوارانه فسادن جي وسيلي. ان ۾ ناڪام ٿيڻ ڪانپوءِ هو ملڪ کي ٽوڙي، اوڙي پاڙي جي وڏن ملڪن کي ڏيڻ جي سازش به ڪري سگهن ٿا، ته هاڻي عوام نٿو سڌري ان ڪري هن علائقي کي اهو ملڪ موچڙا هڻي ۽ سنڀالي ۽ فلاڻي علائقي کي فلاڻو ملڪ ۽ اهڙيءَ طرح، انهن ملڪن جا حڪمران به پاڻ کي بچائڻ لاءِ پنهنجي ملڪ جي عوام کي ڏتو ڏين ته هاڻي اسان تازيون فتحون ڪيون آهن، ان ڪري اسان کي رهڻ ڏيو. آمريڪا ۽ حڪمران طبقا سمجهه، آمريڪا دشمن ماڻهن جي هٿن ۾ حڪومت وڃڻ کان بهتر سمجهندا

نہ ملڪ کي ٽوڙي ڇڏجي. سو ملڪ ٽٽڻ کنهن شوق جو نالو نہ هوندو آهي. ماڻهن جي مفاد ۾ بنيادي طرح سماجي تبديلي ٿي آهي. ان سماجي تبديلي کي روڪڻ لاءِ ۽ انهن جي خام مال تي قبضي ڪرڻ لاءِ هي سڀ آمريڪي سازش جو نتيجو آهي. ان ڪري اهي تبديليون خراب هونديون ۽ ظاهر آهي تہ عوام جي مفاد ۾ نہ هونديون. توهان کي خبر آهي تہ فلپائن، جيڪو آمريڪي اڏو آهي، اتي ڪلبن جا مالڪ معصوم نينگريون خريد ڪري، ڪين وڏي عمر تائين غير انساني طرح استعمال ڪندا آهن ۽ اهي ڪلبون آمريڪي فوجين جي عياشي لاءِ ڪتب اچن ٿيون. انهن ٿي ڏينهن ۾ جڏهن مونکي اها فلپائين جي ڳالهہ معلوم ٿي، تڏهن ڪڏي همراهہ ڳالهہ ڪئي (نالو نٿو وٺان) تہ ”اسان کي نيابو آيو آهي تہ آمريڪا چيو آهي تہ اوهان کي سنڌ ملڪ وٺي ڏجي، سو مون چيو ماس (نياپي ڏيندڙ کي) تہ اسان تيار آهيون، پر هي (چام ساقي وغيره) همراهہ تيار ڪونهن.“ سو مون چيو هائو، ان ڪري جو اسين سنڌ يا پاڪستان کي آمريڪي فوجين جي چڪلي ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ تيار ناهيون. هاڻي اسان جي ۽ سامراج جي وچ ۾ اها ڊوڙ آهي تہ اسين سماجي تبديلي آڻڻ چاهيون ٿا ۽ هو ۽ سندس ايجنٽ ان سماجي تبديلي کي روڪڻ لاءِ اها ڪوشش ڪري سگهن ٿا تہ ملڪ کي ٽوڙيـن ۽ اهڙا منصوبا چٽي طرح کلي آيا آهن. ان ڳالهہ کي (Sum

up) هيٺن ٿا ڪري سگهون ته، عوام جي سماجي تبديلي واري جدوجهد اڳتي وڌي چڪي آهي، جو مهرو ڳالهه جي باوجود حڪمران طبقا اهڙي ڏيهه ۾ قاتل آهن، جو ان مان نڪرڻ جي هر ڪوشش کين وڏيڪ ڦاسائيندي ۽ خاص طرح ٻهراڙيءَ جي ماڻهن جي جيڪا ٻيجهني آهي، ان جو نتيجو صرف سماجي تبديلي آهي، ان کي روڪڻ لاءِ سامراج ملڪ کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪندو، ان ڪري عوام کي، سامراج کي ايتري دير نه ڏيڻ کپي، جو هو آرام سان ڪي منصوبا عمل ۾ آڻي ۽ سماجي تبديليءَ واري عمل کي روڪڻ ۽ رنڊڪائڻ چاهي. عام حالتن ۾ اها روڪ ناممڪن آهي.

**سوال:** سنڌي ادب کي ڪهڙا مسئلا درپيش آهن؟ ۽ سنڌي اديب کي ڇا ڪرڻ کپي؟

**جواب:** سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ کي ٻن قسمن جا مسئلا درپيش آهن. هڪڙا اهي، جيڪي سڄي قوم جا مسئلا آهن. مثلاً: قومي وجود کي خطرو، قومي حقن جو نه هجڻ، قومي ٻوليءَ جو تسليم نه ٿيڻ ۽ پريس جي آزادي نه هجڻ. اڄ به اٽڪل ٨٨ سنڌي ڪتابن تي بندش پيل آهي، انهن تي ايوبي دور ۽ ٻوهه مسٽر ڀٽي جي وقت ۾ بندش پئي ۽ مان سمجهان ٿو ته هيءَ حڪومت به ان لسٽ ۾ اضافو ئي ڪندي. ان کانسواءِ پيٽ جو مسئلو ۽ عدم تحفظ جو مسئلو به اديب ۽ عوام جو گڏيل مسئلو آهي. ٻيا مسئلا سنڌي اديب ۽

۽ ادب جا مخصوص مسئلا آهن. سنڌي اديب سان لڳندي اها به آهي ته ڪوبه سنڌي اديب لکڻ تي جيئرو ناهي، سواءِ علي بابا جي، جيڪو به تمام مشڪلاتن ۾ گهاري رهيو آهي. باقي هر اديب کي ڪو نه ڪو گذر سفر جو وسيلو ڳولڻو ٿو پوي، ان کان پوءِ هو لکي ٿو ۽ پنهنجي احساسن کي ٻين تائين پهچائي ٿو. اديب کي وڌيڪ، قلم جي آزادي جي ضرورت آهي، اهو منظم ناهي. ڪو وقت هو جڏهن سنڌي ادبي سنگت ۵۰ هزار صحيحون ورتيون هيون ۽ پوءِ پوسٽ ڪارڊن جي مهم هلائي هئي ته، سنڌي ٻولي کي تسليم ڪريو، لکين ڪارڊ ايوب خان کي موڪليا ويا هئا. سنڌي ادبي سنگت ان کان پوءِ تمام سگهو ڪردار ادا ڪندي رهي، پر هاڻ اها به ٽڙيل پکڙيل آهي، ان جي مرڪزي باڊي به وري چوندي نه وئي آهي، جيتوڻيڪ اڄ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ادبي سنگت جون شاخون پاڻ مرادو پاڻ کلن ٿيون ۽ بي ترتيب هلي رهيون آهن. انهن کي هڪ ٻئي سان رابطي جي ضرورت آهي ۽ سرگرمي جي پڻ. ٻي ڳالهه، ته اڄڪلهه "جديديت" جي نالي ۾ ڪجهه، ٻوڙ هارجڻ شروع ٿيو آهي، يعني ڪجهه بي معني ۽ غير ضروري شيون لکيون پيون وڃن. مثال طور جنس واقعي مسئلو آهي، پر ڇا اهو انسان وٽ بنيادي مسئلو ٿي سگهي ٿو، جتي ماڻهن کي کائڻ لاءِ پورو ڳڀي ٽڪر به نٿو ملي. ڇا انسان جي ادب ۾ لکڻين

۽ ھر ھر شاعرن ۽ ڪهاڻين جو ذڪر سونهي ٿو، جتي ماڻهن جي وڏي اڪثريت پيٽ جي صاف ستري پاڻيءَ کان به محروم آهي. ٿين ڳالهه ته ڪجهه اديبن جو خيال آهي ته اهي "پاڻ" لاءِ ٿا لکن. ان ڪري جيڪو پنهنجي وجود کي تنها ۽ معاشري جو حصو نٿو سمجهي، ۽ (Frustration) جي نتيجي ۾ "آفاقي" انداز ۾ لکي ٿو ته اهڙو اديب، صحتمند ادب تخليق نه ڪري رهيو آهي پر مورڳو پنهن جي مٽي جو سور پنجي رهيو آهي، ان ڪري ڪيس ڪهڙجي ته هو پنهنجي لکت کي سونهري اکرن ۾ لکي فريم ڪرائي بيڊ روم ۾ ٽنگي ڇڏي، ۽ اها پاڻ ئي پڙهندو رهي. جيستائين اديب جي ڪردار جو تعلق آهي ته منهنجي نظر ۾ اهو فوٽوگرافر ناهي، جو صورتحال کي جيئن جو تيئن، تصوير جي صورت ۾ پيش ڪري، پر اهو ڊاڪٽر آهي، جنهن کي قوم جي بيماري جي سڃاڻپ به ڪرڻي آهي ته ان جو درمان به ڏسڻو آهي. اديب پاڻ کي ڪنهن به حالت ۾ سماجي مسئلن کان ڌار نٿو ڪري سگهي، ان کي ڏاڍ سان رڳو پاڻ ئي نه پر پوري قوم سان گڏ جنگ جوٽڻي پوندي.

---

هر اها حڪومت، جيڪا قومي حق، هارين جا حق، مزدورن جا حق نه ڏيندي ۽ سامراج کان ڇوٽڪارو حاصل نه ڪندي، پوءِ اها چونڊيل هجي يا اڻ چونڊيل، اسان کي قبول ناهي.

---

**سوال:** نواجوانن لاءِ ڪو پيغام؟

**جواب:** نوجوانن کي محسوس ڪرڻ کپي ته اڄوڪي دنيا ۾ خاص طرح سان اسرندڙ ملڪن ۾ جتي اڳي وچولن طبقن، دانشورن ۽ هارين، مزدورن ۾ جهڪو فرق هوندو هو، اهو هاڻي ختم ٿيندو پيو وڃي، ۽ وائيٽ ڪالر (سفيد پوش) ليبر به هارين ۽ مزدورن سان گڏجي ڪم ڪرڻ لڳا آهن. توهان ڏٺو ته ١٩٦٨ع کان پوءِ دنيا ۾ اها نئين ڳالهه پيدا ٿي ته، وڪيل ۽ ڪلارڪ به هڙتالون ڪن ۽ جلوس ڪڍن، ان سان سڄي دنيا ۾ هڪڙي نئين ڳالهه پيدا ٿي، ان ڪري اسان جي نوجوانن کي به سماجي تبديلين لاءِ، وڏيڪ اڳواڻي وارو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي. اها اڄ جي دنيائي آهي، جنهن ۾ سامراج ۽ سندس ڇاڙتن جي ڪمزور ۽ Isolate ٿيڻ جي ڪري اهو ممڪن ٿيو آهي ته پڙهيل لکيل نوجوان (Revolutionary Democrats) (انقلابي جمهوريت پسند) جو ڪردار ادا ڪري سگهن. ١٩٦٩ع کان پوءِ Revolutionary Democrat جو نئون لفظ وجود ۾ آيو آهي، اهو خاص طرح سان انهن حالتن ۾ جتي مزدور ناهي يا آفريڪا ۾ اهڙا ملڪ به آهن، جتي اڃا هاري به ڪونهي پر قبائلي زندگي موجود جي اتي به ڪجهه پڙهيل ڳڙهيل نوجوان، ڪجهه سجاڳ عملدار ۽ ڪجهه پيا به، جدوجهد کان متاثر ٿي، شامل ٿين ٿا، جن کي اسان انقلابي جمهوريت پسند چئون ٿا، بهتر سماجي

تبديلين لاءِ انقلابي جمهوري قوتن جو ڪردار ادا ڪري
رهيا آهن. اسان جي ملڪ جون اهڙيون حالتون آهن،
اسرندڙ ملڪ جي ڪري، ٽئين بينڪيٽ واري ملڪ
ڪري، قومي مسئلي تي خاص وچولي طبقي جي بيچيني
هئڻ ڪري، نوجوانن جي اهڙي ڪردار ادا ڪرڻ جي
گنجائش آهي. ٻي ڳالهه ته اسان وٽ خاص ڪري هاري
۽ مزدور جي وچ ۾ ڦوٽ وجهڻ وارو، جيڪو خاص لاڙو
پکيڙيو ويو آهي، نوجوانن کي انهيءَ باري ۾ خبردار
رهڻ گهرجي. توهان ڏٺو ته ڪنهن زماني ۾ مهاجر،
پنجابي، پٺاڻ متحده محاذ ٺهيو هو، پوءِ جيڪڏهن
١٩٦٩ع ۾ حيدرآباد ۾ فساد نه ٿئي ها ته، ان جي هٿ
ٺوڪين اڳواڻن کي اسيمبلي تائين پهچڻ جو موقعو نه
ملي ها. تنهن صورتحال ۾ نوجوانن کي ان کان چوڪس
رهڻ گهرجي ته، دشمن اسان کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ
ڪڏهن اهڙا لساني فساد ۽ ڪڏهن مذهبي فساد ڪرائڻ
جي ڪوشش ڪندو آهي، اهڙن جهيڙن سان ڪراچي
صوبي سازش کي به ملائي ڏسڻ گهرجي.

ان ڪانسواءِ نوجوان سائين کي، اهو به احساس هئڻ
گهرجي ته، اسان جي ملڪ جي هاريءَ تائين اڃا علم
پهتل ڪونهي، اهو بيچين آهي، پر منظم ڪونهي. ان
ڪري نوجوانن کي نه رڳو پاڻ، پر ٻين انقلابي ۽ ڪر
موڙيندڙ قوتن کي، سجاڳ ڪري، ڦورو طبقن خلاف هڪ
وڏو ٽڪر کائڻو آهي. اسان کي اها به خبر هئڻ گهرجي

نه انسان جو عقل، شعور ۽ فهم سماجي ملڪيت آهي. اسين سڀڪو ڪجهه عقل سکون ٿا، ٻولي ڳالهايون ٿا يا ڪتاب پڙهي پرايون ٿا، ان ۾ سڄي معاشري جو دخل آهي. انهن ڪتابن جي ڪمپازيٽرن، ڪتاب لکندڙن، ٻولي ڳالهائيندڙن ۽ انسان کي گهڙ ڏاهي ڏيندڙن، تنهن سڄو سماج سڌي يا اڻ سڌي طرح انسان ۾ شعور آڻڻ ۾ حصو ورتي ٿو. ان ڪري اهو شعور نه انسان جي ذاتي ملڪيت آهي، ۽ نه ئي ان کي ذاتي مفاد لاءِ ڪتب آڻڻ گهرجي، پر موٽ ۾ شعور کي پکهر جو پورهيو ڪندڙن جي بهتريءَ لاءِ استعمال ڪرڻ گهرجي. ٻي ڳالهه ته انسان ترقيءَ جي غير سرمائيدارانو رستو اختيار ڪري پئي سگهياسون ۽ ڪري سگهون ٿا. جنهن لاءِ جدوجهد ۾ نوجوان ۽ پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن کي، انقلابي جمهوري ڪردار ادا ڪرڻو هوندو آهي، ان جي اهميت کان، جا دشمن طبقا سڌي اڻ سڌي طرح نوجوانن جي تجسس، ۽ ذهن کي پاڻ ۾ پستول بازي ڪرڻ، جاسوسي ۽ جنسي فلمن، وهمي وهانسوي ۽ اسر سنڌي يارن جي ناولن ذريعي خراب ڪرڻ چاهن ٿا، ختم ڪرڻ چاهين ٿا. پٿيڊين، مارفيا، هيروئن، راڪيٽ ۽ چرس ۽ آفيم، جسماني طرح، ۽ اهڙن ڪتابن، رسالن ۽ نشريات جي ذهني آفيمن ذريعي نوجوانن جي ڪجهه بهتر ڪارج ڪرڻ، ۽ انقلاب آڻڻ جي جذبي کي ٻه، انسان جا دشمن سرد ڪرڻ ٿا چاهين. انهيءَ کان خبردار رهڻ گهرجي. انهيءَ جي ابتڙ نوجوانن کي بهتر ۽ انقلابي ادب جو

اپياس ڪرڻ گھرجي. سڀني کان اهم ڳالهه اها تہ اڄوڪي صورتحال ۾ جيڪڏهن نوجوانن، هارين ۽ مزدورن سان پختو اتحاد ڪيو تہ، تمام ٿوري عرصي ۾ ئي اسان جي گھڻن دوستن جي اندازن کان تمام جلد، بهتر سوشل تبديليون آڻي سگھجن ٿيون. نوجوانن کي معاشري جو حصو سمجھڻ گھرجي، اهي ڌار شيءِ ناهن ۽ يونيورسٽين، ڪاليجن ۽ اسڪولن ۾ پڙهندڙ نوجوانن کي پاڻ ايترو ننڍو پڻ نہ سمجھڻ گھرجي، جنهن تي اڃا ڪا ذميداري ناهي، پر هڪ مسڪين ۽ پيڙهيل قوم جي ٻار جي حيثيت ۾ اهو پڻ سمجھڻ گھرجي، جنهن کي پنهنجو علم بہ حاصل ڪرڻ آهي ۽ سماج جي خوشحاليءَ لاءِ بہ پاڻ پتوڙڻو آهي.

جناح صاحب، پاڪستان ٺهڻ کان اڳ شاگردن کي سياست ۾ اچڻ لاءِ سڏ ڏنو هو پر ملڪ ٺهڻ کان پوءِ چيائين تہ هاڻي اوهان جي ضرورت ناهي. اهڙي طرح هر حڪمران جيستائين اقتدار ۾ نہ آيو، ايستائين شاگردن کي سياست ۾ حصي وٺڻ لاءِ سڏ ڏيندو آيو، پر ڪرسي ملڻ کان پوءِ ان تي پابندي وجهي ڇڏي، پر اهي پورهيت طبقا ئي آهن، جيڪي سدائين اوهان (نوجوانن) کي صحتمند سياست ۾ حصي وٺڻ جي اپيل ڪندا رهندا آهن، ڇاڪاڻ تہ اسان جيڪي غريب، تعليم کان گھٽ ياڳي محروم ۽ گھٽ وسيلن وارن ملڪن جا ماڻهو آهيون، سي هميشه ان ڳالهه ۾ دلچسپي رکندا آهيون تہ اوهين (نوجوان) صحتمند سياست ۾ حصو وٺو

## نوٽ

● اينڊڙ انٽرويو ڪامريڊ جام ساقي کان ٨٣ ۽ ٨٦ جي جمهوري جدوجهد جي پس منظر ۾ جيل دوران ورتو ويو. هن انٽرويو منجهه ڪامريڊ سان جمهوري جدوجهد دوران سنڌ جي ڀرپور (جنهن ۾ سنڌ ۾ ايم-آر-ڊي جي چوڻ موجب لڳ ڀڳ ٨٠٠ ماڻهو شهيد ٿيا ۽ ڪيترائي گهايل ٿيا) حصي وٺڻ ۽ پنجاب جي خاموشيءَ تي، ڪيس سان تفصيلي ڳالهه ٻولهه ٿيل آهي. ان باري ۾ ڪامريڊ جو موقف ڪهڙو رهيو، ان لاءِ هيءُ اڻ ڇپيل انٽرويو، اوهان اڳيان لڪت جي صورت ۾ پهچائي رهيا آهيون.

هي انٽرويو جيل دوران نامعلوم دوستن ڪامريڊ جام ساقيءَ کان ورتو ●

# پاڪستان ۾ مظلوم قومون

چام ساقي (انٽرويو)

---

نامعلوم (انٽرويو وٺندڙ)

سوال نمبر ١– ايم آر ڊيءَ جي تحريڪ، جيڪا هن وقت پنهنجي عروج تي پهچي چڪي هئي، تنهن جي باري ۾ اهو متاثر آهي ته ان جو گهڻو زور سنڌ ۾ رهيو ۽ سنڌ ۾ ايم آر ڊي جي تحريڪ سياسي مبصرن جي تجربن کان تمام گهڻو متاهين نظر اچي رهي آهي؟ ان جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟ سنڌ جي عوام جي ايتري غير معمولي غم ۽ غصي جي اظهار جا ڪهڙا سبب آهن؟

جام! اهو درست آهي ته ايم آر ڊيءَ جي هلچل جو گهڻو زور سنڌ ۾ رهيو. در اصل ايم آر ڊي جي ”وڏن“ اڳواڻن ته هن هلچل جو انداز اهوئي مقرر ڪيو هو. جنهن موجب سڄي ملڪ ۾ جدوجهد جاري آهي يعني پر امن گرفتاريون. پر سنڌ ۾ ان جي اڳتي وڌڻ جا ڪيترائي ڪارڻ به آهن ۽ ان جا نتيجا به نڪرندا. ڪارڻن مان مکيه ڪارڻ هڪ ته اهو آهي ته چونڊيل وزير اعظم کي شهيد ڪيو ويو آهي انهي چونڊيل وزير اعظم يعني ڀٽي شهيد جو تعلق سنڌ سان هو، جيتوڻيڪ ڀٽي صاحب جي حڪومت (جيڪا بظاهر ڀٽو صاحب جي حڪومت هئي پر درحقيقت ڀٽو صاحب ۾ ننڍو پائيوار هو ۽ اصل اقتدار جنرلن جي هٿ هيو. دوران سنڌ جي ماڻهن کي ملڻ رکو احسـ شرڪت هو. ٻيو ڪارڻ اهو آهي ته سنڌ هن ڀيرا فوجي آپريشن جو مکيه مرڪز آهي. اوهان کي ياد هوند ته مون ١٩٧٢ع ۾ جيڪو ناوليٽ ”ڪاهوڙي ڪجن“ لکيو

هو ان ۾ آهو لکيو هئم ته ”هاڻ بنگال کان پوءِ بلوچستان ۾ فوجي ڪاروائي ڪئي ويندي. ان کان پوءِ سنڌ جو وارو ايندو، سنڌ کان پوءِ ڏيي صوبي سرحد ۾ آپريشن ٿيندو“ اها پي ڳالهه آهي ته افغانستان جي انقلاب کان پوءِ سرحد صوبي ۾ ڪاروائي جا امڪان گهٽجي ويا آهن. ڪڏهن ٿي به ته محدود ٿيندي. سرڪار جي ڪارروائي جو ظاهر آهي ته ردعمل به ٿئي ٿو. جيئن ته هينئر فوجي آپريشن جو مکيه مرڪز سنڌ آهي، ان ڪري خيرپور ناٿن شاهه يا موري ۾ به سؤ ماڻهن جو جلوس ٿو نڪري ته به گولي تي هلائي وڃي. لاهور ۾ ڏهه هزار مزدورن جو جلوس آهي ته حڪومت ڪا ڪارروائي ڪانه ڪئي. ان کان سواءِ هڪ ڪارڻ اهو به آهي ته انقلابي جماعت ڪميونسٽ پارٽي جي موجودگي، پراڻي پاڪستان ۾ بنگال ۽ سنڌ ۾، ۽ نئين پاڪستان ۾ فقط سنڌ ۾ مسلسل رهي آهي. ون يونٽ ۽ ۱۹۵۴ع ۾ بندش پوڻ کان پوءِ يا ۱۹۵۸ع واري مارشل لا وقت آهو سلسلو ٽٽندو به رهيو آهي. سنڌ ۾ ان جو انقلابي اظهار ڪڏهن سنڌ هاري ڪميٽي جي شڪل ۾ ڪڏهن سياسي جماعتن جي شڪل ۾ ته ڪڏهن شاگردن جي جدوجهد جي شڪل ۾ ٿيندو رهيو آهي. سو هن جدوجهد جا پيا، سڀ سبب ته ساڳيا آهن. جيڪي سڄي ملڪ جي عوام سان لاڳو ٿين ٿا. جيئن پهرين ٻڌايم ته هڪڙو احساس شرڪت البت هو جيڪو ظاهر آهي ته مارشل لا جي ڪري احساس محرومي

۾ بدلجي ويو.

هن هلچل جا ڪجهه اهم نتيجا ضرور نڪرندا. سڀ کان اهم اهو آهي ته بلوچستان جي جدوجهد کان پوءِ سنڌ جي هن سرگرم جدوجهد اهو سبق سيکاريو آهي ته سياسي، سماجي توڙي قومي ڦرلٽ جي خاتمي لاءِ سمورن مظلوم طبقن ۽ مظلوم قومن کي گڏجي جدوجهد ڪرڻي پوندي. ٻيو اهو ته ٻهراڙي جي عام ماڻهو جي ايڏي ٻماني تي اٿڻ جي ڪري اهو ٿيندو! ته آئنده ٻهراڙيندڙن جدوجهد ۾ خاص رڪن رهنديون.

**١- سنڌ سڄي پاڪستان جي ماڻهن جي جدوجهد جي رهنمائي ڪندي.**

**٢- ظاهر آهي سنڌ مان منهنجو مطلب عوام آهي. اڇوڪي اسيمبلي جا ميمبر، مسلم ليگ ۽ سرڪاري وڏيرا نه آهي.**

هن جدوجهد جو ٻيون نتيجو اهو نڪرندو بلڪ نڪتو آهي جو حڪمران طبقا سخت خوفزده ٿي ويا آهن. مسلم ليگ بلڪ پير پاڳاري ته فوجي ڪارروائي لاءِ هٿيار بند حُر حاڪمن جي حوالي ڪيا آهن. جماعت اسلامي ته هونئن ئي هن حڪومت جي ٻڌي ٻانهي آهي پر ڪي قومپرست اڳواڻ هن عظيم هلچل کي ڪفن چورن جي تحريڪ سڏيو. چاڪاڻ ته اهي سنڌ جي وڏيرن جا نمائنده آهن. جيڪي ڪنهن ٻيلي ۾

بگهڙ ۽ هرڻ ٻئي هجن، تڏهن ٻنهي جو يا ٻنهي ڌرين
جو خير خواهه ڪوبه نٿو ٿي سگهي. جيڪو ائين چوي
ٿو سو دراصل بگهڙن جو حامي آهي. سنڌ ـ عوام ۽
ان کي آزاريندڙ وڏيرن ۾ ورهايل آهي هر هاچيڪار
حڪومت جا حصي ۾ اهي ٿي هچارا ڀوتار آهن. هن وقت
آهي ڀوتار ناجائز طرح زمينن تي قابض آهن برصغير جي
تاريخ ۾ انگريزن کان اڳ ڪوبه ذاتي زمين رکندڙ
وڏيرو ڪونه هو انگريزن قوم جي غدارن کي زمينون
ڏنيون. ان ڪري تاريخي طرح وڏيرا شاهي ناجائز آهي.
قانوني طرح پنجاهه ايڪڙن کان وڌيڪ زمين ڪنهن وٽ
به ڪانهي جن وٽ آهي آها ٺڳي جي ذريعي ڪوڙن
نالن سان آهي ان ڪري قانوني طرح وڏيرا شاهي ناجائز
آهي. ٽيون ته ماڻهون هاڻ فقط اهڙين تنيظمن کي ووٽ
ڏيندا جيڪي حقيقي ذريعي سڌارا ڪرائڻ جو يقين
ڏياريندا، ان ڪري سياسي طرح به وڏيرا ـ شاهي مُدي
خارج آهي سو هاڻي وڏيرا شاهي فقط مارشل لائن ۽ فوجي
حاڪمن جي سهاري تي ئي هلي سگهي. سو جيڪو
سنڌ جي وڏيرن جو نمائندو آهي. اهو هن وقت ملڪ جي
ٻن جدا جدا ڪيمپن ۾ ورهائجڻ وقت ايم آر ڊي مخالف
آهي اهو جيئن پوءِ نيئن حڪومت جو حامي ٿيندو ويندو.
اها ڳالهه بہ واضح ڪندو هلان تہ جن وڏيون صنعتن
وغيره ۾ سيڙپ ڪئي آهي، اهي پ.پ.پ جا حامي
آهن جماعت اسلامي ۽ پاڳارو صاحب جيئن پوءِ نيئن

فوجي حڪومت جا حامي ٿيندا وٺندا. ايتري قدر جي مونکي ته انديشو آهي ته جيئن ته سنڌ هن وقت ڪارروائي جو مرڪز آهي ۽ اچا رهندي، ۽ هتي جماعت اسلامي جي اندروني سنڌ ۾، ماڻهو وڏي ڳار سمجهندا آهن پاڳارو صاحب حُر ته ڏيئي سگهي ٿو پر سياسي سهارو نٿو ڏئي سگهي.

سوال نمبر ٢- سنڌ ۾ پيدا ٿيل آهو احساس محرومي لاءِ علاج بنجي چڪو آهي يا ان جو علاج ٿي سگهي ٿو؟ جيڪڏهن علاج ٿي سگهي ٿو ته ان ۾ تشريح جي ڪندا ته آهو ڪيئن ممڪن آهي؟

چام: سنڌ ۾ جيڪا محرومي موجود آهي منهنجي نظر ۾ آها اچا لاعلاج نه آهي. سنڌ جي خاص صورتحال ۾ قومي ڏاڍ ۽ ڦرلٽ ۽ محڪومي ختم ٿي تہ آهو احساس به نه رهندو. رڳو جمهوريت به آئي نه به ان احساس ۾ آها شدت نه رهندي. آها بي ڳالهه آهي ته اسانجي ملڪ جا حاڪم طبقا، هڪ هتي ۽ دلال سرمائيدار جاگيرداري، نوڪر شاهي سرمايو ۽ سندن آقا امريڪا ايڏا ته ڪمزور آهن جو آهي جمهوريت جي دٻ به نه جهلي سگهندا. بنگال جي تجربو شاهد آهي ته آهي حاڪم طبقا جمهوريت جي مقابلي ۾ ملڪ کي ٽوڙڻ وڌيڪ مناسب ٿا سمجهن.

بهرحال سنڌ ۾ عوام جي اڪثريت پيپلز پارٽي ۽ بين اسان ڪابي ڌر وارين پارلمن سان آهي جيڪي سياسي

۾ سماجي تبديلي جو پروگرام ڏيون رکن. عوام جي اڪثريت اهڙن پارٽين سان نه آهي جيڪي جاگرافيائي تبديلي جي علامت آهن (ڪي ته رڳو سماجي تبديلين کي روڪڻ لاءِ جاگرافيائي تبديلين جي ڳالهه ٿا ڪن) ان جي معنيٰ اها ٿي آهي ته موجوده پاڪستان جيتوڻيڪ مظلوم قومن جو قيدخانو آهي. پر عوام سمجهي ٿو ته سماجي نظام بدلائڻ تي ڦرلٽ ختم ٿي سگهي ٿي. جيتوڻيڪ منهنجي نظر ۾ موجود مارشل لائي ماحول اجا الاهي عرصو موجود رهيو ته اهو سوال ايجنڊا تي ايندو ته "ماسي مڇي نه ٿي ڇڏي ته پلي موڪلائي."

هن وقت اسان وٽ هلچل جي شدت جي ڪري حڪومت ۾ ان جا شعوري يا غير شعوري حامي اهو چئي رهيا آهن ته بين صوبن ڇا ڪيو؟ ته جيئن اسين مايوس ٿي وڃون. پر ڳالهه پڌري پئي آهي سڄي ملڪ ۾ گرفتاريون جاري هيون اها ڳالهه اطميان بخش نه هئي پر اڻ هوند ڪان چڱي آهي اجان جهڙو ڪر ڏيون ڏينهن بنگال ۾ ڏيهه لک ماڻهون ڪسجي ويا لکين لڄون لٽجي ويون پر سنڌ سميت سڄو پاڪستان ڌري گهٽ خاموش رهيو ته ڇا اسين سڀ غدار هئاسون، ظاهر آهي. نه، پر اسان منظم ۽ با شعور نه هئاسين. هتي اهو واضح ڪريان ته مون ۾ منهنجي دوستن بنگال جي قتل عام

وقت جلوس به ڪيا، پمفلٽ به ڪيا ۽ جيان به ڏنا هئا جڏهن ته **”خالص قوم پرست“** حضرات **ملهن** ۾ مگس **وجهيو** ويٺا هئا. ان کان پوءِ اچا ڪالهه بلوچستان ۾ ”قانون نافذ ڪندڙ ادارن، فوج“ ڪوس پٽي ڪيو سرڪاري انگن مطابق ساڍا پنج هزار بلوچ شهيد ٿيا هئا پر بحيثيت قوم اسين خاموش هئاسين ته ڇا اسين غدار هئاسين؟ نه! اسان ۾ شعور نه هو. ان وقت وس آهر اسان ترقي پسندن ڪجهه ڪيو پر خالص قومپرستن جو ڪردار اهو هو جو ايس-اين-ايس-اين جي نذير عباسي ۽ ٻين نوجوانن عطاالله مينگل کي سنڌ يونيورسٽي ۾ گهرائڻ جو، فيصلو ڪيو ته، ڪن يارن ان جي مخالفت جو اعلان ڪيو. سو مجبورن ته ستان يار مهمانن جو ٽڪو لاهين نذير عباسي جن اهو پروگرام ڪينسل ڪيو هو.

چوڻ جو مطلب هي آهي ته سرڪار ۽ ان جي **اتحادي** طبقن جي خواهش اها آهي ته اسين؟ مظلوم طبقا ۽ مظلوم قومون الڳ الڳ وڙهندا **رهون** ۽ مار کائيندا رهون جڏهن ته اسان جو طريقه ڪار اهو هجڻ کپي ته سڀئي مظلوم طبقا ۽ قومون گڏجي طاغوتي طاقتن جا ترا ڪيون.

سوال نمبر ٣- عمومي طور پاڪستان ۾ قوميتن واري مسئلي کي ڪيئن حل ڪري سگهجي ٿو؟

جام: هن! پاڪستان ۾ هن وقت چار قومون آهن

پنجين سرائيڪي قوميت به ڪر موڙي اٿي آهي اها به هلچل هلائي پئي. هني جي قومن جي مسئلي جو اهوئي، حل آهي جيڪو هر ڳهمن. قومي طبقاتي سماج ۾ هوندو آهي. يعني هر قوم کي قومي حق خود اراديت ملڻ. ڪنهن به قوم جي پنهنجي اسيمبلي (جيڪا اسان وٽ صوبائي اسيمبلي سڏبي آهي) الڳ ٿيڻ جو ٺهراءُ بحال ڪري ته ان کي الڳ ٿي وڃڻ جو حق آهي. نه وري اها وضاحت ڪرڻ ضروري آهي ته جيئن ڪامريڊ لينن چيو آهي ته ”اسان هر عورت، لاءِ طلاق جو حق چاهيون ٿا ان جي اها معنيٰ ڪانهي ته هرڪا عورت ضرور طلاق وٺي، پر ائين ڪرڻ سان جبر جو عنصر ختم ٿي وڃي ٿو.“

اسان علحدگيءَ جا وڪيل نه آهيون پر اهو حق هر قوم کي ڏيڻ چاهيون ٿا ته جيئن رشتو رضاڪارانه بنياد تي هجي. دنيا جي ڪنهن به ملڪ کي ٽوڙڻ جي ڪوشش اسان نه ڪئي آهي پر ڪنهن سرمائيدارانه، جاگيردارانه نظام وارې ملڪ کي بچائڻ جو ٺيڪو به اسان ڪونه کنيو آهي. اسان هتي جي هر قوم کي علحدگيءَ جو حق ڏيارڻ چاهيون ٿا ته قومي ڏاڍ ۽ ڦورلٽ ختم ٿئي، اهو حق ملڪ رهندي ملي ٿو ته اسان جون اکيون ٺڏيون. اسان کي ملڪ ٽوڙڻ جو شوق ڪونهي. پر خدا نه ڪري اهو حق ملڪ ٽٽڻ کان سوا نٿو ملي (يعني سماجي تبديليءَ ۾

تمام گهٽي دير ٿي لڳي) ته اسين هٿ آڏو نه ڏيندا سين.
مون کان ڪنهن دوست پڇيو، هو ته قومي آزادي جي
تحريڪ بابت اوهان جو ڪهڙو رويو هوندو آهي؟
مون ڪيس چيو هو ته قومي آزادي تحريڪ ۾ سامراج
دشمني واضح هوندي آهي ۽ اها عالمي امن تحريڪ
جو حصو هوندي آهي. ويٽنام، ڪوريا جرمني ۽ يمن
جا مثال ثابت ٿا ڪن ته ملڪ جي ماڳ پرڪا
اڌ قوم به سامراجين ۽ سندن ڇاڙتن کان آزاد ڪرائي
سگهندا آهيون ته اهو وجهه نه وڃائيندا آهيون.
عام طرح اسان جي ملڪ ۾ اهو سوال غلط طرح
رکيو ويندو آهي ته صوبن کي ڪيترا اختيار ڏجن
جڏهن ته هن ملڪ کي پنجن قومن (هڪ بنگالي قوم
هاڻي الڳ ٿي وئي آهي) گڏجي وجود ۾ آندو هو.
ملڪ قومن کي جنم ڪونه ڏنو آهي پر انهن قومن
ملڪ کي جنم ڏنو آهي سو اهو اختيارڻي هنن قومن/
صوبن کي آهي ته اهي اهو طئي ڪن ته گڏيل
بندوبست/مرڪز کي ڪيترا اختيار ٿا ڏين.

ترقي پذير ملڪن جي هڪ خصوصيت اها آهي ته
هتي سامراجين عام ماڻهن جي سمورين
تنظيمن کي چيپائيو، منظم ٿيڻ نه ڏنو پر فوج
کي تمام مضبوط اداري طور منظم ڪيو. انڪري
سامراجين جي ظاهري طرح وڃڻ کان پوءِ اتي فوجي

قبضي جو خطرو رهي ٿو. ان کان سواءِ سامراجين جيڪا
فوج ناهي آها بہ ملڪ بچائڻ يا ٻاهر وڙهڻ لاءِ نہ ٺاهي
پر بنيادي طرح تہ آبادين تي ڪنٽرول رکڻ لاءِ شهري
آبادي کي دٻائي رکڻ جي هنر سان هٿيار بند ڪئي.
(It is low and order ariented insterd of defe-
ndering of country) پوءِ بہ هندستان جي فوج جي
هن قسم جي حرڪت ڪرڻ جو امڪان گھٽ آهي
ڇاڪاڻ تہ اهو ملڪ تمام وسيع آهي، فوج گھڻ قومي
آهي ۽ لڏي ڪانگريس، ڪميونسٽ پارٽي، مزدور يونينون
هاري ڪاميٽيون توڙي شاگرد تنظيمن جي شڪل ۾
معاشرو ڪي قدر منظم آهي نہ رکيو اهو پر نسبتي طرح
اٺي اسي ڪروڙ ماڻهن لاءِ ڏهہ لک فوج آهي ۽ هتي
نو ڪروڙ ماڻهن لاءِ ڇهہ لک فوج آهي يعني نسبتاً
فوج جو تعداد اجايو ۽ غير معقول ڪونهي.

١٩٤٠ع جي ڏهاڪي ۾ اسان جي ننڍي کنڊ جي
مرڪزي اسيمبلي ۾ تقرير ڪندي انگريزي حڪومت
کي مخاطب ٿي چيو هو تہ اوهين رکيو ڪجهہ مخصوص
علائقن کي فوجي ڀرتي جا مرڪز بنائي جا ملڪ کي
مارشل لا لائين لاءِ تيار ڪري رهيا آهيو. سو سچڻ
اسان جي ملڪ ۾ قومي مسئلي جون ڪي خاص
خصوصتون آهن مثلاً هڪ اها آهي تہ فوج جو ٨٥
سيڪڙو هڪ خاص قوم سان تعلق ٿو رکي، اسان جي
ملڪ جو حاڪم دوجي ٽولو اهڙو تہ ڪاٿو آهي جو

پنهنجي هڪ قوم/صوبي جا آهه. لک، ماڻهون ڪهڻ
کان به ڪونه ڪيپائي - لڪين لڇون لئي ٿو ڇڏي
(بنگال) وڏي قوم جي آبادي ٦٠ سيڪڙو آهي ۽ باقي
چاليهه ڪن سيڪڙو ۾ ٻي قومون آهن. اسان ڪي بنگال
واري تجربي مان به سبق سکڻ جي ضرورت آهي. بنگالين
جو تعداد سڄي مغربي پاڪستان کان وڌيڪ هو، هو
پاڪستان کان هڪ هزار ميل پري هئا، قومي ٻڌي
ايتري هئي جو چيف جسٽس کان وٺي پٽيوالي تائين
هڙتال تي هليا ويا، چونڊن ۾ ١٦٩ مان ١٦٧ سيٽون
کنيائون وٽن پنهنجا فوجي به هئا ته نيم فوجي (ايسٽ
پاڪستان رائفليز) به عالمي عام راءِ به سندن حق ۾
هئي. پوءِ به ڪين ٽيهه لک جانيون قربان ڪرڻيون
پيون. پوءِ به هنن پاڪستان جي فوجي ڪارروائي جي
اعلان کان پوءِ ٢٥ مارچ ١٩٧١ع تي بنگلا ديش جو
اعلان ڪيو. اسان جي ڪجهه يارن وانگر وات جي
لسٽ لاهِ اڳي ائين نه ڪيو ۽ عوامي ليگ کي
ملڪگير تنظيم رکيو ويٺا هئا اسان جو قاضي فيض محمد
ان جو نائب صدر هو. اسان کي آهي سموريون
ڪميون. عقل، علم، ملڪ ۾ مظلومن جي ٻڌي ۽ عالمي
امن ڪئمپ سان اتحاد ذريعي پوريون ڪرڻيون پونديون.
جو اسين ٿورا آهيون فوجي ڪيمپن جي ڪنڌيءَ تي
آهيون ۽ پنهنجي فوج به ڪانه اٿئون. سو نه رڳو ننڍين
قومن پر سموري ملڪ جي مظلومن جي ٻڌي پڻ اسان

لاءِ اشد ضروري آهي. اسان لاءِ فائدي مند صورتحال
به آهي ته اها ته بنگال کان پوءِ افغانستان ۾ انقلاب
اچي چڪو آهي، ايران ۾ امريڪي گهڻو ڪونهي ۽
اسان جي ملڪ جا حڪمران عوام کان ڪافي ڪٽيل آهن
اهوئي سبب آهي جو عام طرح اڻون چوندو آهيان ته
ڀارت جي ڪميونسٽ پارٽي اسان کان.... وڏي آهي پر
امڪان اهو آهي ته انقلاب اسين اڳ آڻينداسين ڇو ته
جا هچارا حڪمران حلقا ايترا ڪمزور آهن جو مارشل‌لا
لڳائڻ يا هنگامي حالتن جي اعلان کان سواءِ هلي
ڪونه ٿا سگهن.

سوال نمبر ٤- ڪجهه ماڻهن کي ان جو علاج
ڪنفيڊريشن ۾ نظر اچي ٿو اهو فارمولا قوميتن جي سوال
جي حل لاءِ ڪيتري قدر ڪارگر ثابت ٿي سگهندو؟

جام: ها جاني ڪجهه ماڻهن کي ان جو علاج واقع
ڪنفيڊريشن ۾ نظر اچي ٿو پر هن ڳالهه جا ٻه پهلو آهن
هڪ اهو ته ڇا موجوده سماجي ڍانچي ۾ ڪنفيڊريشن
نالو رکڻ سان ڪو فرق پوندو؟ بظاهر صوبن کي وڏيڪ
فائدو ڏيڻ مان ڪهڙو فائدو جنهن ڪانٽي اهي اختيار ڪسڻ
جي ڊيموڪريسي جي تلوار هر وقت لٽڪندي رهندي
جيستائين اهي دلال لاڏائو سرمائيدار ۽ جاگيردار موجود
رهندا جنکي مارشل‌لا لائڻ جو سهارو بچائي سگهي ٿو
يا جيستائين موجوده ڪري فوجي بچيٽ (جنهن ۾ صحت
تي في ماڻهو ست رپيا تعليم تي اٺ رپيا ۽ فوج تي ٽي سؤ

ايڪويهه ۳۲۱ روپيا خرچ ٿي رهيو آهي) فوجي فائونڊيشن
۽ اين - ايل - سي موجود آهن . تيسين انهن مان مال
ڪمائيندڙ نفعو بچائڻ لاءِ ملڪ کي ٽوڙڻ کان به ڪونه
ڪيٻائيندا، آئين (گڏجي رهڻ جو معاهدو يا مال ورهائڻ
جو فارمولا) ته هنن لاءِ معمولي ڳالهه آهي فوجي آفيسرن
کان انعامي زمينون کسڻ لاءِ ضروري آهي ته حقيقي
ذريعي سڌرا ڪجن جيئن فوجي آفيسرن جي لالچ جي
پاڙ به پٽجي ۽ کين دعوت ڏيڻ وارا وڏيرا به نه رهن
سڀ صنعتون قومي ملڪيت ۾ وٺڻ کان سواءِ فوجي
فائونڊيشن ۽ اين - ايل - سي کي کيئن تو هٿ لائي
سگهجي جو سرمائيدار کين ڇٽي سگهن ته ڇو ته اڄ اسين
ڪاٺون اڄ اوهين ڪاٺو جو مال يتيمن جو آهي سو سماجي
تبديلي سوشلزم ڏانهن وڌڻ ڏي مارشل لائن جو جوڳو جواب
آهي، اهوئي سبب آهي جو ڪنهن به سوشلسٽ ملڪ ۾
مارشل لا نٿي لڳي (ٽين دنيا ۾ مارشل لا جو مطلب آهي ته
چونڊيل حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ان اڳواڻن کي
قتل ڪرڻ) پيداوار جا ذريعا گڏيل ملڪيت آهن ان ڪري
ڪنهن خاص طبقي جي ملڪيت بچائڻ لاءِ فوج نٿي
اچي سگهي، سپاهي ايترو با شعور ٿئي ٿو جو ڪمانڊر
ڪو ڪـڙو ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ته ڪر
سندس لاڪ لاهي ڇڏي ۽ ڪميونسٽ پارٽي ايتري منظم
ٿئي ٿي جو ڪنهن به ڳڙ ٻڙ کي منهن ڏيئي سگهي،
۽ هر ماڻهو فوجي تربيت حاصل ڪيل هوندو آهي.

هن معاملي جو ٻيو رخ اهو آهي جنهن جو مثال ڪٿي
اٿين ڏيون ته ڪي ٻه دوست جهنگ مان وڃي رهيا
هجن ڪين ڌاڙيل ڦري اچن انهن مان هڪ همراه خالي
پستول ڪڍي سڌو ڪري ڌاڙيل واپس وڃڻ لڳن اوڏي
مهل ٻيو همراه ڪڍي سچ ڳالهائي ته ٻار گوليون ڪٿي
اچين ها ته ڪيڏو نه چڱو، اهو ٻڌي ڌاڙيل موٽي اچي
ڦري ساري هليا وڃن، اهو ته سچ آهي، صلاح به نيڪ
هئي پر غلط وقت جي ڪري آها دشمن کي ڪم آئي.
سو هينئر جڏهن سچو ملڪ فوجي ٽولي، سندس پاٺيوارن
۽ سندس آقا خلاف مچريو بيٺو آهي تڏهن عوام جي
صفن کي تقسيم ڪرڻ دشمن لاءِ فائيديمند آهي سو سچي
قومي حقن کي اٿون ٻن حصن ۾ ورهايان ٿو. هڪڙا
آهي حق آهن جيڪي رکيو جمهوريت به آئي ته ملي
ويندا پيا يقيني طور ملڪيتي رشتن ۾ تبديلي (زمين
هارين ۾ ورهائڻ ۽ ڪارخانا قومي ملڪيت ۾ وٺڻ)
يا قومي جمهوري انقلاب کان سواءِ نه ملندا.

سوال نمبر ٥ـ ڇا اهو ممڪن آهي ته پاڪستان
۾ اهڙو نظام قائم ٿئي جنهن ۾ مڙني ننڍين قومن سان
انصاف ٿي ۽ سڀ مطمئن ٿين. جيڪڏهن اهو نظام
اچڻ ممڪن آهي ته پوءِ اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي
ٿو ۽ ان سلسلي ۾ ان منزل تائين پهچڻ ۾ ڪيترو
عرصو لڳي سگهي ٿو. اهڙي راهه ۾ ڪهڙيون قوتون
رڪاوٽون پيدا ڪري سگهن ٿيون حمايت ۾ سرگرم

تي سگهن ٿيون. ڇا موجود حڪمران طبقا اهڙي نظام کي قبول ڪندا؟

ڇام: پيارا ملڪ جو ٽٽڻ ڪا مشڪري نه آهي. هندستان جو ورهاڱو ٿيو (پاڪستان ٺهڻ وقت) تڏهن پنجاهه ڪن ماڻهو مارجي ويا ۽ ڪروڙين در بدر ٿيا. ١٩٧١ع ۾ پاڪستان ٽٽو تڏهن به ٿيهه لک ماڻهو ماريا ويا ڪروڙين در بدر ٿيا وري به خدانخواسته ملڪ کي ڇيهو رسيو ته وڏا ڪوس ٿيندا ملڪ ۾ قومون ماڻهن جو نالو آهن، نديون، ڍنڍون، سون ۾ جبل ثانوي شيون آهن. ان ڪري اسان جي پهرين ڪوشش (oplim) اها هئڻ گهرجي ۽ آهي ته ملڪ ۾ رهندي قومي حق ملن، ان باري ۾ مدو نه ڪوبه نٽو مقرر ڪري سگهجي البته اهو چئي سگهجي ٿو ته ملڪ ٽوڙڻ ڪان گهڻ وقت لڳندو ۽ گهڻ قتل عام ٿيندو. ان جو هڪ مثال اهو آهي ته ١٩٧٣ع واري آئين ٺهڻ وقت فوجي ٽولو بنيادي طرح بنگالي عوام جو ۽ اضافي طور روڙا جو هيسيل هو بلڪ نازو ٽٽو هو. اڪثريت الڳ ٿي هئي ان ڪري آئين ٺهڻ لاءِ يا نه نين چوندن جي ضرورت هئي يا اتفاق راءِ جي. يئي صاحب بي واٽ ورتي اهو اهو وقت هو جڏهن مزدور ڪارخانن تي قبضا ڪري رهيا هئا ۽ هاري زمينن تي ۽ پوليس به هڙتالون ڪري رهي هئي ان ڪري سڀ صاحب جائداد گهبرايل هئا. اهڙي حالت ۾ آئين ٺهڻ لڳو ته نعپ جي اڳواڻن

ڪجھ ڳوٺنات ڪئي جي وڌيڪ صوبائي خود مختياري
ڏيو ته پيٽي صاحب ڏي سيد کي سنڌائي پنڊيءَ جي
انٽر ڪانٽينينٽل هوٽل ۾ ترسائي نعپ جي اڳوائن
کي منٿ ڪري مڃايو هو. مون کي فخر آهي ته
جڏهن خالص قومپرستن سميت سمورا هوند وارا صاحب
جائداد طبقا ان آئين تي راضي رهيا هئا تڏهن اسان اهو
موقف اختيار ڪيو هو ته اهو آئين ناڪافي صوبائي
خود مختياري/قومي حقن ۽ ڪارن قانونن ڪري صحيح
نه آهي. جماعتن جي جمهوري ڪارڪردگي اها شئي آهي
جو نعپ جي ڪيترن ئي اڳوائن جي مخالفت جي باوجود
اسان ڪائونسل ۾ اهو ٺهراءُ بحال ڪرائڻ ۾ ڪامياب
ٿياسون ته هن آئين ۾ صوبائي خود مختياري ڪافي ناهي
۽ ڪارن قانونن جي گنجائش به موجود آهي. نعپ
جيڪڏهن ۽ جڏهن به بحال ٿي ته نعپ جي اسيمبليءَ
جي ميمبر اڳوائن کي اها وضاحت ڪرڻي پوندي
هن ڇو صحيح ڪئي هئي يعني ان وقت آئين بهتر
بنائڻ جو موقعو موجود هو، پر خالص قومپرستن اهو
اهو وجهه هٿان وڃائي ڇڏيو. تازو ايم آرڊيءَ جي
هلچل هلڻ کان اڳ اسان جو ڪيس (ڄام ساقي ڪيس)
هلي پورو ٿيو اسان کي آزاد ٿيڻ جي اميد خير ڪانه
هئي اسان اتي بينظير ڀٽو، ولي خان، بزنجو غلام محمد
شاهه امروٽي، معراج محمد خان، فتحياب علي خان ۽ ٻين
ليڊرن کي گڏ ڪري سوالن ذريعن ٽلهي ليکي نه رڳو

ايم آر ڊي جي اعلان نامي جو ورجاءُ ڪرايو پر سامراج دشمني ۽ قومي مسئلي تي پڻ اتفاق راءِ جو اظهار ڪرايو جيڪي مسئلا هن هلچل ۾ ايري آيا آهن جيڪي هن ڪيس ذريعي اسان عوام ۽ دنيا آڏو اهو ظاهر ڪيو تہ عام راءِ متاثر ڪندڙ سڀيئي مکيہ اڳواڻ متفق آهن جنهن ڳالهہ هلچل هلائڻ ۾ مدد ڪئي ۽ بزنجي صاحب کي بہ ساڳئي ڪيس واري پليٽ فارم تي آڻي ايم آر ڊي کي ويجهو ڪيوسين انهن هن هلچل هلائڻ ۾ توڙي ان ۾ قومي حقن جي مسئلي اڀارڻ ۾ اسان بہ يوسف جي خريدار، بہ ڪجهہ جون پوڻيون ڪٽي ايندڙ مائي وانگر پنهنجو حصو ادا ڪيو آهي اهڙا ڪيئن موقعا ايندا رهندا جڏهن صحيح پاليسي رکي سان حق حاصل ڪري ٿا سگهجن. هن مارشللائي حڪومت جي هاڻ تہ سڀ (جماعت اسلامي، پير پاڳاري ۽ سيد کان سواءِ) خلاف ٿا ڳالهائين پر قومي اتحاد جي.... گڙ پڙ وقت پ پ کان سواءِ رڳو اسان هياسين جن قومي اتحاد جي مخالفت ڪئي باقي مها قوم پرست تہ توڙي شوخ اڪابر انقلابي سڀ قومي اتحاد جا حمايتي هئا! انقلابي عمل وسيلي اڳواڻ خطرن کي سڃاڻي ۽ مثبت قوتن کي متحد ڪري حق حاصل ڪرڻ ممڪن آهي. ان راهہ جي مکيہ رڪاوٽ نوڪر شاهي، وڏيرا شاهي، دلال سرمائيدار ۽ سامراج آهن اهي منصفانہ نظام نہ قبول ڪندا انڪري انهن خلاف تہ جنگ جوٽڻي پوندي.

سوال نمبر ٦– سائين جي. ايم. سيد سنڌ کي آزاد ڪرائڻ، سنڌو ديش ناهڻ ۽ بعد ۾ ان جي هندستان سان ڪنهن جوڙ جڪ ۾ شامل ٿيڻ جي ڳالهه ڪري ٿو. اهو فارمولا سنڌ جي ڪيتري حد تائين مفادن وٽان آهي؟

چام: جاني! اسين ته ڪامريڊ آهيان مزدورن ۽ هارين جو ٻڌو ٻانهو، منهنجي لاءِ قومي ڏاڍ ۽ فرلاٽ ختم ٿيڻ بنيادي ڳالهه آهي ته جيئن قومي نفرت جو ڪو ڪارڻ ئي نه رهي سو ملڪ جي سائيز جيتري به وڏي ٿئي مونکي ڪهڙو اعتراض ٿو ٿي سگهي. منهنجو ايمان آهي ته ڪو ڏينهن اچڻو آهي جڏهن سڄي دنيا هڪ گلدستو هوندي جنهن ۾ ٻوليون ۽ ثقافت جا سرها ۽ رنگبرنگي گل هوندا ڪيس فوجون نه پر محبتن جا مالهي سنڀاليندا. ان ڪان اڳي هر ڪنڊ جا ماڻهو هڪ ٻئي کي ويجهو ايندا. ايشائي سلامتي جي منصوبي مکيه مقصدئي اهو آهي هندستان ۽ پاڪستان جي وچ ۾ وڏ ۾ وڏ ويجهو اچڻ جي عمل جي اسان سدائين آجيان ڪئي آهي بشرطيڪ اهو عمل رضاڪارانه ۽ عوامي سطح تي ٿئي. سو سيد هندستان سان رکيو سنڌ جي ڪنفيڊريشن جي ڳالهه ڪوٺ ڏيئي سڄي پاڪستان ۽ هندستان جي عوام کي ويجهو اچڻ جي عمل کان ڇو ٿو محروم رکي؟!

سوال نمبر ٧– اوهانکي سنڌ جو مستقبل ڪهڙو نظر اچي ٿو؟

چام: مونکي نه رڳو سنڌ جو پر هر مظلوم قوم

جو مستقبل روشن ڏو نظر اچي ٿو ارڙهين صدي ڪانهي جو ڪنهن کي ريٽ انڊين بنائي سگهجي. ان وقت سرمائيداري ايترنڊڙ طاقت هئي. هي اهو دور آهي جڏهن سرمائيداري سامراج منزل تي پهچڻ ڪان پوءِ ڪري سڙي رهي آهي.

سوال نمبر ٨- مستقبل جي سنڌ ۾ آباد ٿي ويل اردو ڳالهيندڙن جو ڪهڙو ڪردار نظر اچي ٿو؟

جام: سهڻا! سنڌ ۾ آباد ٿيل اردو ڳالهيندڙن جو اهوئي مستقبل ڏو نظر اچي جيڪو سڄي دنيا ۾ ثقافتي اقليتن جو آهي يعني اصلي قوم ۾ ضم ٿي وڃڻ. اهو عمل جيترو جلد ٿيندو اوترو سنڌن لاءِ توڙي اسان لاءِ فائديمند ٿيندو. جيترو جمهوري حق ملندا اوترو انضمام جو عمل تيز ٿيندو جو اهو عمل رضاڪارانه طرح ئي ٿيندو آهي. سرمائيداري نظام ۾ شهرن جون نوآباديون ٿيندا آهن (ڳوٺ مان ڪپهه وٺي ڪپڙو ڏاهي مهانگو وڪڻڻ) ۽ شهرن ۾ زندگيءَ جون سهولتون وڌيڪ هونديون آهن (فون، بجلي، روڊ، تعليم، علاج وغيره) ان ڪري عام طرح شهرن ۽ ڳوٺن ۾ اڻبنت کي استعمال ڪري هندو مسلم معاملو بڻائي هندوستان ورهايو ويو ۽ هن اڻبنت کي استعمال ڪري ١٩٧٠ ۽ ١٩٧٢ ۾ لساني فساد ڪرايا ويا نه جيئن اڳتي هلي (١٩٧٧ع ۾) ڀٽي صاحب جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ شهري آباديءَ کي استعمال ڪري سگهجي، ڀٽو صاحب تمام ذهين هو پر

ماڻهو هو ادارو نه هو جو سي - آء - اي ۽ جي - ايڇ
ڪيو. جي اها منصوبا بندي سمجهي سگهي ها، يا مثلاً
نعيپ تي ١٩٧٥ ۾ پابندي پوڻ وقت اهو سمجهي
سگهي ها ته نعيپ تي انڪري پئي پابندي پوي جو ڪابي
طرف کان خطرو ختم ڪري سندس تختو اونڌو ڪرڻ
(بلڪ شهيد ڪرڻ) جي تياري ٿي رهي آهي.

بحرحال پوءِ به شهرن ۾ مزدورن بحثيت مزدور جي
قومي اتحاد جي حمايت ۾ هڪ ڪلاڪ جي هڙتال
به ڪانه ڪئي ۽ هاڻي ته اردو ڳالهائيندڙ آبادي (جيڪا
خود پاڻ ڪافي لساني ۽ ثقافتي گروپن ۾ ورهايل آهي)
ان سازش کي سمجهڻ لڳي آهي ۽ اها جلدئي اهو
سمجهندي ته سندن حقيقي مفاد سر زمين جي، ماڻهن
سان گڏجي هلڻ ۾ آهي.

# تکيون منيون ڳالهيون

جام ساقي (انٽرويو)

---

نذير لغاري (انٽرويو وٺندڙ)

●نذير لغاري: ١٩٥٤ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي تي پابندي پئي ۽ ان کان پوءِ پارٽي، زير زمين هلي وئي. چڱي خاصي عرصي گذرڻ کان پوءِ وري پارٽي پنهنجي اصلي نالي (ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان) سان سياسي سرگرمين جي شروعات ڪئي. اوهان ڪڏهن ۽ ڪهڙين حالتن ۾ اهو فيصلو ڪيو ته اوهان کي پڻ منظر عام تي اچڻ گهرجي؟

جام: جڏهن ايوب خان پوليٽيڪل پارٽين ايڪٽ لاڳو ڪيو ته ان وقت عملي طور تي پارٽي تي ڪا بندش ڪانه هئي. ١٩٦٨ع ۾ جڏهن ملڪ ۾ سامراج

دشمن تحريڪ تيز ٿي، عوام شعور ۾ وڌيڪ واڌارو ٿيو ۽ ان وقت اها ضرورت محسوس ڪئي وئي ته، هاڻ پارٽي کي منظر عام تي اچڻ گهرجي. تنهن ڪري ١٩٦٨ع کان پوءِ پارٽي جي سيڪريٽري جنرل امام علي نازش، جا بيان اچڻ لڳا. ۽ ورهي ١٩٧٦ع کان پوءِ منهنجا بيان پڻ پارٽي جي مرڪزي ڪميٽي جي ميمبر جي حيثيت سان ايندا رهيا.

نذير لغاري: پر توهان ته ان وقت نعپ جي مرڪزي جوائنٽ سيڪريٽري جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيا هيوءَ؟

جام: نعپ تي بندش پوڻ کان سگهوئي پوءِ، مون سياسي سرگرمين ۾ پارٽي ميمبر جي حثيت سان حصو ورتو.

نذير لغاري: توهان نعپ تي بندش پوڻ کان پوءِ، ان وقت اين - ڊي - پي (هاڻ اي - اين - پي) جي اڳواڻ خان عبدالولي خان جي باري ۾ چيو هيو ته "جيڪر نعپ جو نالو استعمال ڪرڻ ڪري خان صاحب کي جهجهڪ محسوس ٿي ٿئي، ته پلي ٿئي - پر آءٌ نعپ جو جوائنٽ سيڪريٽري آهيان ۽ ان تي آءٌ پشيمان ناهيان" توهان جو اهو بيان اخبارن ۾ پڻ ڇپيو هيو؟

جام: آءٌ توهان کي ايترو ٻڌائيندو هلان ته جن حالتن ۾ نعپ ٺهي، آهي حالتون ڪهڙيون هيون. پاڪستان جي عوام تي پهريون وڏو حملو ١٩٥٤ع ۾ تڏهن جڏهن

پاڪستان آمريڪا سان فوجي ٺاهه ڪيو، ان ٺاهه کان تڪڙوئي پوءِ، ڏهوڪي اوڀر پاڪستان (هاڻ بنگلا ديش) جي صوبائي حڪومت ٽوڙي وئي. ٽوڙي جو ان صوبائي حڪومت کي بنگال ۾ ٣١٠ سان ٣٠١ جي وڏي اڪثريت حاصل هئي. ان ئي سال ٻاسان جي پارٽي تي بندش وڌي وئي. ان سال وري فوج جي ڪمانڊر انچيف کي وزير - دفاع بنايو ويو ۽ ان ئي سال حڪمرانن ون - يونٽ جو منصوبو ٺاهيو ويو.

- اهڙين حالتن ۾ ملڪ جي ترقي پسندن ۽ ننڍين قومن جي اڳواڻن اهو فيصلو ڪيو ته گڏيل طور تي سامراج - دشمن جدوجهد ڪرڻ گهرجي. ۽ ننڍين قومن جي حقن لاءِ پڻ گڏيل جدوجهد ڪرڻ کپي. پاڪستان ١٩٤٧ع ۾ قائم ٿيو. پر ٿيستائين آئين نه ٺاهيو ويو. جيستائين ون - يونٽ مڙهي، اوڀر پاڪستان جي اڪثريت کي برابر واري سطح تائين نه آندو ويو. نيشنل عوامي پارٽي نهن کان اڳ، ملڪ ۾ پاڪستان نشنل پارٽي قائم ٿيون، ۽ پوءِ ١٩٥٧ع ۾ نيشنل عوامي پارٽي وجود ۾ آئي. ان کان سواءِ عوامي ليگ مان مولانا عبدالحميد ڀاشاني ۽ ٻيا ترقي پسند پڻ نعپ ۾ شامل ٿيا.

- حسين شهيد سهروردي جي دور ۾ پاڪستان نهر - سوئيز جي مسئلي تي مصر جي مخالفت ڪئي وئي آمريڪا ٽوڙي برطانيه جي حمايت ڪئي وئي. ان ڪري مولانا ڀاشاني عوامي ليگ ڇڏي نعپ جي بنيادي رڪنيت

اختيار ڪئي. ۽ آءٌ نعپ جو جوائنٽ سيڪريٽري رهيو آهيان. آءٌ چو پشيمان ٿيان.

نذير لغاري: ڇا اهو صحيح آهي ته پيپلز پارٽي جي اقتدار وارن ابتدائي ڏينهن ۾ نعپ ۽ پي - پي - پي جي وچ ۾ جيڪو ناهه ٿيو آهي. ان معاهدي کي ٽوڙائڻ جي سلسلي ۾ اوهان مرڪزي ڪردار ادا ڪيو؟

چام: ڳالهه اها آهي ته نعپ ۽ پيپلز پارٽي جي وچ ۾ ڪوبه معاهدو ڪونه ٿيو هيو.

نذير لغاري: نعپ پيپلز پارٽي ۽ جميعت علماء اسلام جي وچ ۾ ٽه-ڌريو ٺهراءُ ٿيو هيو. جنهن مطابق نعپ ۽ جميعت علماء اسلام، سرحد ۽ بلوچستان ۾ پنهنجون، پنهنجون حڪومتون ناهيون. ظاهر آهي ته آهي حڪومتون ڪنهن ٺهراءُ کان سواءِ ته وجود ۾ ڪونه آيون هيون؟

چام: ان معاهدي ٽوڙائڻ ۾ اسان جو ذرو برابر به هٿ ڪونه هيو. آهو ٺهراءُ ته عمل ۾ اچي چڪو هيو. ان معاهدي ۾ آهو طئي ٿيو هيو ته: ١٤ آگسٽ ١٩٧٢ع تي مارشل لا هٽائي ويندي ۽ مئي ١٩٧٢ع ۾ منجهه سرحد توڙي بلوچستان ۾ نعپ ۽ جمعيت علماء اسلام جون گڏيل حڪومتون قائم ٿينديون. ان معاهدي کي ٽوڙڻ ۾ اسان جو ڪوبه هٿ ڪونه هيو.

نذير لغاري: ڇا اوهان حڪومت ۽ خرب اختلاف جي وچ ۾ ٿيندڙ ڪنهن ٺهراءُ جا مخالف هيؤ؟

چار: اهين آئيني ٺهراءَ جا مخالف هئاسون. ان ٺهراءَ ۾ پيپلز پارٽي نعپ، جميعت علماءِ اسلام جميعت علماءِ پاڪستان، جماعت اسلامي ڪونسل مسلم ليگ، مسلم ليگ قيوم گروپ ۽ سردار شير باز مزاري جو آزاد گروپ شامل هيو. ان ٺهراءَ ۾ اهو طئي ٿيو هيو ته ملڪ جو آئين ٺاهيو وڃي. اهو ته آئين ڪي بنيادي طرح، بالا دست طبقن جي وچ ۾ دولت جي ورهاست جو ذريعو سمجهان ٿو. آهو آئيني ٺهراءُ اصل ۾ صاحب- جائداد طبقن جي وچ ۾ ٿيي هڪ معاهدو هيو. جيڪر آئيني سمجهوتو، سامراج جي خلاف ٿوڙي جاگيرداري، پئو سرمائيدارن ۽ فوجي اقتدار جي خلاف هجي ها ته، اسان کي خوشي ٿئي ها ۽ اسان ان ۾ بلڪل شريڪ هجون ها. پر اوهان ڏٺو ته ان معاهدي جي اچان مس به ڪانه سگهي هئي ته، لانڍيءَ ۾ ساڍا چار سؤ مزدورن کي شهيد ڪيو ويو. ۽ ڪوبه ليڊرن انهن مزدورن جي حق ۾ رکيو بيان ڏيڻ لاءِ به تيار نه هيو. اهڙي صورت ۾ ان معاهدي جي حمايت ڪرڻ، مزدور طبقي سان غداري ڪرڻ جي برابر هيو. تنهن کان سواءِ ان معاهدي ۾ ننڍين قومن جا حق به ڪونه مڃيا ويا هيا. ۽ ڪارن قانونن کي پڻ جئين جو تئين برقرار رکيو ويو هيو. ۽ ان سان گڏ وري پارليماني جمهوريت به ڪانه هئي.

نعپ جي نيشنل ڪائونسل، وڏيءَ اڪثريت سان ان آئيني ٺاهه کي رد ڪيو هيو. آئيني- ٺاهه خلاف

۳۲۰ مان ۳۱۳ ميمبرن ووٽ ڏنو. ۽ اڄ به ننڍين قومن جا آئين ۾ صحيح ڪرڻ وارا اڳواڻ اهو مڃين ٿا ته اسان غلطي ڪئي، پر جيڪر انهن کي ان وقت اهو احساس هجي ها ته هو وڌيڪ حق حاصل ڪري پئي سگهيا. ڇو ته ان وقت فوجي جنرل بنگال جي عوام هٿان بدترين شڪست کائڻ کان پوءِ. ان پوزيشن ۾ نه هيا جو هو آئين ٺاهڻ واري عمل ۾ ڪا مداخلت ڪن ها.

اسان ان وقت جيڪو موقف اختيار ڪيو هو، اسان پنهنجي اُن پاليسيءَ کي غلط نٿا سمجهون. تاريخ ۾ ان کي سورنهن آنا صحيح ثابت ڪيو. باقي اسان نيشنل عوامي پارٽي ۾ رهندي، پيپلز پارٽي جي مثبت پاليسين جي حمايت پئي ڪئي. اسان زرعي سڌارن، تعليمي سڌارن، صحت متعلق ڪيل سڌارن توڙي نيشنلائيزيشن (قوميائڻ) واري عملي جي حمايت ڪئي هئي. اها ڳالهه توهان کي خاص ڪري خيال ۾ رکڻ کپرجي ته. جيڪر نمپ تي بندش نه پوي ها ته مارشل لا به ڪانه لڳي ها. اهو ان ڪري جو سامراج ۽ مارشل لا لڳائڻ وارين قوتون ان ڳالهه کان ڏاڍو ڊنل هيون ته جيڪر پيپلز پارٽي کي ڪو نقصان پهتو ته نعپ ان جي جاءِ ولارينديءَ. ۽ اها ڳالهه ۾ ذهن ۾ رکجو ته جڏهن متحده جمهوري محاذ (U.D.F) ساڃي پامي وڌڻ شروع ٿيو ته اسان ”چهرے نهين سماج کو بدلو،

لوٽ کهسوٽ ڪري راج کي بدلو" جو نعرو لڳايو. جمهوري قوتن جو ڪنونشن ڪرايو هون.

نذير لغاري: اوهان پهرئين عوامي سطح تي ڪم ڪرڻ لاءِ نيشنل پروگرسيو پارٽي تشڪيل ڏني هئي. پر پوءِ توهان پي - اين - پي ۾ هليا ويوءِ. ان عمل جو ڪهڙو سبب هيو؟

چام: بنيادي طور تي اوهين جيڪر نيشنل پروگريسو پارٽي جي پروگرام کي ڏسندؤ ته اهو پڻ قومي جمهوري انقلاب آڻڻ وارو پروگرام هيو. ۽ انهن ڏينهن ۾ جڏهن سامراج جو دباءُ وڌي ويو، مارشل‌لا هيٺ تمام گهڻيون سختيون ڪيون ويون، ان ڪري ٻئي نڊين قومن جي اڳواڻن ۽ ترقي پسندن گڏجي فيصلو ڪيو ته ڪين حقيقت پسندي سان حالتن جو جائزو وٺي گڏجي هلڻ گهرجي.

نذير لغاري: توهان پنهنجي پارٽي پاران عوامي سطح تي سياست ڪرڻ گهرو ٿا. پر توهان جا ٻيا ساٿي، ٻين سياسي پارٽين ۾ ڪم ڪري رهيا آهن. ڇا ان ڳالهه کي ٻه-عملي ڪونه سمجهيو ويندو. تنهن کان سواءِ، توهان ايم-آر-ڊي منجهه پڻ درخواست ڏني آهي؟

چام: اسان جي پارٽي هڪ سياسي تنظيم آهي. ۽ ملڪ ۾ اهڙا ماڻهو پڻ موجود آهن، جيڪي ڪميونسٽ خيال رکن ٿا، پر مختلف تنظيمن ۾ ڪم ڪن پيا. اسان ايم-آر-ڊي ۾ وڃڻ لاءِ درخواست ڏني آهي. پر اسين

ايم - آر - ڊي کي پروگرام جي حيثيت سان پڻ اڻ - پورو سمجهون. ٿا پر پوءِ بہ اسان ان ڳالهہ کي مثبت ٿا سمجهون تہ اسان ايم - آر - ڊي جي پاليسي ناهڻ ۾ شريڪ هجون جيڪر ايم - آر - ڊي کي ’توفيق‘ هجي. تہ اها عوام کي احساس ڏياري تہ: ملڪ منجهہ آمريڪي سامراج جي ٽيڪ ني ئي حڪومت هلائي پئي وڃي. ان سان گڏ هڪڙي اها ڳالهہ پڻ نظر رکڻ گهرجي تہ اسان سامراج دشمن پروگرام ۽ سامراج دشمن قوتن جي اتحاد کان سواءِ جمهوريت پڻ آڻي نٿا سگهون. اهوئي سبب آهي جو اسان ايم - آر - ڊي کي گذارش پيش ڪئي آهي تہ: اها سوشلسٽ پارٽي، وطن دوست انقلابي پارٽي، عوامي جمهوري پارٽي توڙي اسان کي پنهنجو ميمبر بنائي. اسان جون درخواستون گذريل ڪيترن ئي سالن کان ايم - آر - ڊي وٽ غور هيٺ آهن.

نذير لغاري: هاڻ آءٌ توهان کان هڪ اهم سوال پيو پڇان. آهو اهو تہ ”ڪميونسٽ پارٽي ٽٽي وئي آهي. ۽ ويجهڙ ۾ ئي اها ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي وئي آهي. اوهان جي مخالفن جو چوڻ آهي. تہ اصل قوت انهن وٽ آهي ڪميونسٽ پارٽي ۾ اختلافن جا ڪهڙا سبب آهي؟

جام: اهو صحيح آهي تہ ڪجهہ ماڻهو پارٽي ڇڏي الڳ ٿي ويا آهن. حالتن جي بدقسمتي اها آهي جو پارٽيءَ منڊ کان وٺي اڄ توڻين پاڻ - ڇاڻ صفائي جو عمل ڪونہ ڪيو. جيڪي ماڻهو پارٽي ڇڏي ٿي ويا، انهن جي

چڏي وڃڻ کي قبول ڪيو ٿي ويو. پر پنهنجي پاران ڪڍهن به ڪنهن کي ڪڍيو ڪونه ٿي ويو. انقلابي دانشورن جو چوڻ آهي ته صفائي واري عمل جي ذريعي پارٽي پاڻ کي مضبوط بنائيندي آهي.

پارٽي ۾ سڀ کان پهرئين اختلاف ۱۹۸۳ع ۾ اڀريا آيا جڏهن صوبي سرحد ۾ ”کسان جرگه“ کي ختم ڪيو ويو. اسان ان عمل کي بورزوا جي پوئيان هلڻ وارو عمل ٿا چئون. پارٽي ۾ بيمارين پيدا ٿيڻ جو ڪارڻ اهو به هيو ته حڪومت مونکي گرفتار ڪيو ۽ اسان جي ساٿي نذير عباسي (۱) کي شهيد ڪيو ويو. ٻيو ڪارڻ اهو هيو ته، ۱۹۷۰ع کان افغانستان جي مقتول صدر حفيظ الله امين جي پختون نيشنل ازم واري لائين پارٽي ۾ ٻڙ پيهي وئي. جنهن کي امين لائين چيو وڃي ٿو. بنيادي طور تي اها لائين پاڪستان جي مختلف قومن کي حق خوداراديت ڏئي ملڪ کي رضاڪاران يونين بنائڻ بجاءِ ملڪ کي الڳ الڳ ٽڪڙن ۾ ورهائڻ واري طرف ڏانهن وٺي وڃڻ واري لائين هئي. ان کان سواءِ هڪ ٻي پڻ اهم ڳالهه آهي. سا ڳالهه اها آهي ته پارٽي ڇڏڻ وارا دوست ۱۹۷۲ع واري آئيني ڍانچي کي

---

۱- شهيد نظير عباسي جنهن کي ۹ آگسٽ ع تي ڪراچي. شهيد ڪيو. ڪيس ۱۹ع تي گرفتار ڪيو ويو.

هاڻ صحيح قرار پيا ڏين. جڏهن ته نيشنل عوامي پارٽي جي ڪونسل سيشن ان کي رد ڪيو هيو ۽ ١٩٧٦ع ۾ تيل ڪميونسٽ پارٽي جي ڪانگريس پڻ ان کي رد ڪري چڪي آهي وڏيڪ لاه چنڌي وچ وارا دوست ان ڳالهه کي پڻ صحيح ڪونه ٿا سمجهن ته ڪو پارٽي جو معاشري ۾ تشخص (سڃاڻپ) هجي. اسان اهو چئون ٿا ته جيڪر گنجائش آهي ته پوءِ تشخص يا سڃاڻپ کان سواءِ سياست ڪرڻ بورزوا جو پڇ-لٽڪائو ٿيڻ برابر آهي.

سڀ کان اهو فرق اهو آهي ته: دنيا جي مڙني انقلابي پارٽين ١٩٥٧ع جي اعلان- نامي جي ذريعي اهو لازم قرار ڏنو هيو ته "قومي جمهوري انقلاب" تڏهن اچي سگهي ٿو، جڏهن مزدور ۽ هاري طبقو ان جي اڳواڻي ڪري. ١٩٦٠ع جي بيان توڙي ١٩٦٩ع واري ڪانفرنس ۾ ان جي منظوري ڏني وئي. ١٩٧٠ع واري ڏهاڪي جي پڇاڙيءَ ۾ دنيا جي ڪن انقلابي پارٽين اهڙي سوچ اختيار ڪرڻ شروع ڪئي ته، "جيئن ته عالمي طور تي مزدور طبقي جي اڳواڻي قائم ٿي چڪي آهي سو اهو پڻ ٿي سگهي ٿو ته ڪنهن مخصوص ملڪ منجهه مزدور طبقو جيڪر طاقتور طور تي موجود هجي ته- بورزوا جي اڳواڻي ۾ "پڻ قومي جمهوري انقلاب" اچي ٿو سگهي، پر الڳ ٿيڻ وارن دوستن ۾ موقف اهو آهي ته 'قومي جمهوري انقلاب' بورزوا جي اڳواڻيءَ

۾ ئي اچي سگهي ٿو. ان ڳالهه، کي پڻ اسين نظرياتي طور تي بورزوا جو پيچ-لڳائو سمجهون ٿا. اسان جو چوڻ آهي ته ان جو فيصلو عمل جي ميدان ۾ ٿي ٿيندو ته 'قومي جمهوري انقلاب' جي قيادت ڪهڙو طبقو ڪندو.

نذير لغاري: اوهان ڇڏي وڃڻ وارن کي "ڪچهه ماڻهو" چيو. جڏهن ته انهن جو چوڻ آهي ته اڪثريت اسان جي آهي- پر ڪانگريس جي ٿئڻ تو ئي هن پاڻ کي اقليت ۽ اوهان کي اڪثريت چيو آهي، اوهان جو ان باري ۾ ڇا موقف آهي؟

چام: جيستائين هو پاڻ کي اقليت ٿا چوائين پاڻي سڏائين- باقي جيتري قدر ڳالهه رکو دعويٰ ڪرڻ جي آهي ته: پوءِ ته آهي ڪابه دعويٰ ڪري ٿا سگهن، پر اڄهو عمل ۾ اها ڳالهه ثابت ٿيندي. اينديڙ ۾ بہ اڳتي سالن ۾ اهي دوست هڪ مارڪسي گروپ جي حيثيت سان بہ رهي ڪونہ سگهندا. انهن ۾ مختلف خيال جا ماڻهو مدير آهن. جن ۾ ڪذبل نڪتو رکو پارٽي دشمني آهي.

نذير لغاري: جيڪر هڪ صوبي جو مزدور ٻئي صوبي ۾ وڃي نوڪري ڪري ۽ اتان جي مزدور کي روزگار جا موقع ميسر نہ هجن تہ توهان ٻاهران اچڻ وارن کي استحصالي چوندؤ؟

چام: ڳالهه اها آهي تہ استحصال (انقلابي سياست جو) هڪ انتهائي حساس فني اصطلاح آهي. استحصال اهو آهي جيڪو 'واڌو ماهه) ٿئي ٿو. باقي اسان اهو

نٿا چاهيون تہ ماڻهن کي (روزگار لاءِ) در بدر ٿيڻو پئي ۽ ڪنهن علائقي جي ماڻهن لاءِ روزگار جا وسيلا سوڙها ٿيندا وڃن. اسان جو اهو نعرو تہ برابر آهي تہ "دنيا جا مزدورو هڪ ٿي وڃو" پر اسان جو نعرو اهو ڪونهي تہ "دنيا جا مزدورو پاڪستان اچو" يا "پاڪستان جا مزدورو سنڌ ۾ اچو"

نذير لغاري: توهان پنهنجي ڳالهين وچ ۾ ملڪ اندر قومي مسئلي جي نشاندگي ڪئي. اوهان جي نظر ۾، اهو مسئلو ڪڏهن پيدا ٿيو ۽ ان جو هاڻ حل ڪهڙو آهي؟

چام: بدقسمتي سان ملڪ ٺهڻ سان ئي قومي مسئلو پيدا ٿيو هيو. انڊي ئي جڏهن سرحد منجهہ هڪ چونڊيل حڪومت کي هٽائي، خان عبدالقيوم خان جي حڪومت ٺهرائي وئي. ان کان تڪڙوئي پوءِ سامراجي اثر رسوخ ۽ فوجي عمل دخل گڏوگڏ نازل ٿيو. اهڙي طرح قومي مسئلو شدت اختيار ڪندو ويو مون اڳ بہ چيو تہ، حڪمرانن ان وقت توڙين آئين ڪونہ ڏاهيو جيستائين اوير پاڪستان (هاڻڪو بنگلا ديش) کي پنهنجي اڪثريت ۽ ننڍن صوبن (قومن) کي پنهنجي وجود تان ئي هٿ ڌوئڻا نہ پيا. ان سان گڏوگڏ سنڌ ۾ لکين ايڪڙ زمين رٽائر فوجين توڙي نوڪر شاهي جي آفيسرن ۾ ورهائي وئي بلوچستان مٿان ٻي پيرا فوجي آپريشن ڪيو ويو. سرحد منجهہ نعپ ۽ خدائي

خدمتگارن خلاف لڳاتار ڪار روائيون ڪيون ويون.
تان جو ڳالهه وڃي ايستائين پهتي جو جنرل يحيٰ خان
اليڪشن ڪرائي. پر ان ۾ ان جي ساٿي جنرلن اقتدار
چونڊيل نمائندن (يعني عوامي ليگ) جي حوالي ڪرڻ
جي ڀيٽ ۾، ملڪ کي ٽوڙڻ وڌيڪ بهتر سمجهيو. اڄ
اڄ به **پاڪستان قومن جو قيدخانو**، بڻيل آهي.
هڪڙي عام سرمائيدارانه رياست جيڪر گهڻ-قومي
رياست آهي ته ٿورو ڪي گهڻو قومي جبر موجود
هوندو آهي. پر پاڪستان ۾ مسلسل جمهوريت نه هئڻ
ڪري، قومي مسئلو وڌيڪ شدت سان موجود آهي.
هاڻ ملڪ کي باقي رکڻ لاءِ ضروري آهي ته سڀني مظلوم
قومن کي ”حق خود ارادیت“ ڏنو وڃي. ته جيئن
قومي جبر جو خاتمو ٿي سگهي ۽ پاڪستان هڪ
رضاڪارانه يونين بڻجي سگهي. وڌيڪ لاءِ قومن کي
اهو حق هئڻ گهرجي ته: اهي ڪهڙن شرطن- شرطن
سان يونين ۾ رهڻ گهرن ٿيون. ملڪ کي قائم رکڻ
جي باقي اهائي وڃي هڪڙي صورت رهي. اهو ان
ڪري جو عوام کي ڏنڊي جي زور تي هڪ
جهنڊي هيٺ رکي نٿو سگهجي. عوام توڙي
قومن جو گڏيل اتحاد ئي ملڪ کي مضبوط بڻائي ٿو.
جڏهن اسين قومي مسئلي تي ڳالهايون ٿا ته: سنڌ
کي هن وقت اصل ۾ چار خاص مسئلا اڳيان آهن.
جن ۾ هڪ اهو آهي ته: سنڌ جي آبادي تيزيءَ سان

اقليت ۾ تبديل ٿيندي پئي وڃي، جنهن جو جلد کان جلد کو حل ڪڍڻ گهرجي. جيئن ته الڳ الڳ ملڪن ٽوڙي ملڪ جي ٻين صوبن کان ماڻهو تيزيءَ سان سنڌ ۾ اچي آباد ٿي رهيا آهن. هن وقت اهو لازمي آهي ته ان تي ڌڪڙ ۾ قابو پاتو وڃي. ان کان سواءِ سنڌ ۾ پنو عاقل، ڪشمور، موهن جو دڙو، دادو، بدين ۾ فوجي ڇانوڻيون ٺهي رهيون آهن. اهڙي طرح سنڌ مٿان لڳاتار هڪ ڊپ سڙهيو پيو وڃي. ان سان گڏ ٻيون مسئلو آهي. سنڌ ۾ ڌاڙيلن خلاف آپريشن جي نالي ۾ سنڌ جي ڳوٺائن خلاف فوجي آپريشن ڪيو پيو وڃي ان آپريشن ۾ ڪيترائي غريب ڳوٺاڻا، ڏنار ۽ ٻيا مسڪين ماڻهو ماريا ويا آهن. ڇانوڻين توڙي. ان اپريشن خلاف سيني جمهوري قوتن کي گڏجي آواز اٿارڻ کپي.

اهڙي طرح ڪالا باغ ڊيم جو مسئلو آهي جنهن جي ٺهڻ ڪري سرحد صوبو سم ۽ ڪلر ۾ وڪوڙجي ويندو ۽ ٻئي طرف سنڌ، بلوچستان توڙي جنوبي سرائيڪي علائقو پاڻي جي اڻاٺ ڪري، ويران ٿي ويندو.

نذير لغاري: اوهان جي نظر ۾ پاهرئين مزدور جو جمهوري ۽ انقلابي جدوجهد ۾ ڪهڙو ڪردار ٿو بيهي؟

ڄام: اسان جي انقلابي دانشورن جو چوڻ آهي ته "جي ظالم قوم جا انقلابي مظلوم قومن جي حق خود اراديت کي نٿا مڃين ته اهي غدار آهن ۽ وري جيڪر مظلوم قوم جا انقلابي، ظالم قوم جي انقلابين

سان اتحاد نٿا ڪن ته اهي پڻ غدار آهن. باقي آءٌ سمجهان ٿو ته جيڪي ڪارخانن ۾ آتان جوڻي مزدور ڪهڙي ڳالهه ۾ موجود آهي ته ان کي هاري سان ڳانڍاپو رکڻ ۾ آساني ٿيندي. سماجي تبديليءَ لاءِ لازمي آهي ته هاري ۽ مزدور جو ڳهاڻو اتحاد هجي. پر ان ڪارڻ ڪري، اسان مزدورن جي وچ ۾ نفرت يا ويڇا ڪونه وجهنداسون. جيڪي مزدور ملن ۾ موجود آهن. انهن جي پاڻ ۾ چنڊا ـ پٽ ڪرائڻ بجاءِ انهن کي متحد ڪري انقلابي پروگرام ڏيئي اڳيان آندو وڃي ۽ اهڙي پاليسي ڏاهي وڃي جيئن مزدورن کي پنهنجي گهر ۾ نئي روزگار ملي. ان سان گڏ مزدورن کي ننڍين اقتصادي جدوجهد تي، مجموعي سياسي مفادن کي ترجيح ڏيڻ واري اهميت کان آگاهه ڪرڻ گهرجي.

نذير لغاري: سنڌ جي ڳوٺاڻي آبادي سان گڏ شهري آبادي جو قومي جمهوري جدوجهد ۾ ڪهڙو ڪردار بڻجي ٿو؟

چام: آءٌ سمجهان ٿو ته سنڌ جي شهري آبادي کي ڳوٺاڻيءَ آبادي سان گڏجي پنهنجي قومي جمهوري حقن جي حصول لاءِ جدوجهد ڪرڻ جي ضرورت آهي. هتي ان ڳالهه کي پڻ خيال ۾ رکيو وڃي ته: اهڙ ملڪ جتي ڳوٺاڻي آبادي جي وچ ۾ اختلاف هوندا آهن. ڇو جو سرمائيدار اسي سماج ۾ ڀهرڙايون، شهرن جون نوآباديون هونديون آهن. ڀهرڙين مان ڪچو مال سستي

اڳهه تي خريد ڪيو ويندو آهي ۽ تيار مال مهانگي اڳهه تي کين وڪرو ڪيو ويندو آهي. جنهن ڀنهنجي سامهون ڏنو وائنو مثال ڪپهه ۽ ڪپڙو، ڪمند ۽ کنڊ آهي.

شهري علائقي کي اهڙيون ڪوڙ سُريون سهولتون موجود هونديون آهن جيڪي ٻهراڙين کي ڪونه هونديون آهن. جيئن سٺا تعليمي ادارا، علاج جون سٺيون سهولتون. پڪا پختا رستا، ٽيليفون، سوئي گيس بجلي، صاف پيئڻ جو پاڻي، گندي پاڻي جي نيڪال وارو سرشتو ۽ روزگار جا جهججها ذريعا پڻ شهرن ۾ هوندا آهن. اهوئي سبب آهي جو ڪيترن ئي ملڪن ۾، ان تضاد کي ختم ڪرڻ لاءِ، ٻهراڙين لاءِ تعليمي ادارن توڙي نوڪرين منجهه ڪجهه ڪوٽا مقرر ڪري مسئلي جي شدت کي گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي.

پاڪستان ٺهڻ کان اڳ موجوده ڀارت جي شهرن ۾ مسلمانن جي گهڻائي هئي. ۽ موجوده پاڪستان واري علائقي ۾ شهرن منجهه هندو آبادي جي گهڻائي هئي. ان ڪري ماڻهن کي مذهبي بنياد تي ورهائڻ جي سازش سٺي وئي. سنڌ جي شهري ۽ ٻهراڙيءَ جي آبادي هڪ ٻئي کان ثقافتي طور مختلف آهي. آمريڪي سامراج ۽ حڪمران طبقو ان فرق کي استعمال ڪندي، هتي جي عوام کي ورهائڻ گهرن ٿا. ته جئين هتي قومي جمهوري جدوجهد ۾ رڪاوٽ پئجي سگهي. ان ڪري

اسان کي مسئلن جي، بنياد تي مائهن کي گڏ ڪري سامراج جي سازش کي ناڪام بنائڻ گهرجي.

هاڻوڪي حڪومت جمهوريت جو ڍڪ ڍڪي رکيو آهي. ان ڪري حڪومت ملڪ جي سڀ کان وڏي سامراج دشمن پارٽي، عوامي نيشنل پارٽي تي حملو ڪونه ٿي ڪري، پر حڪومت عوامي نيشنل پارٽي کي هٿ وٺي، پختون نيشنل پارٽي ۾ تبديل ڪرڻ لاء، گهاٽ گهڙي رهي آهي. ۽ سامراج جي چُرچ تي، هن پارٽي جي سامراج دشمن ڪردار کي ختم ڪرڻ ٿي گهري. اهوئي سبب آهي جو خان عبدالولي خان تو ڙي، بيگم نسيم ولي خان کي ڪراچي اچڻ کان روڪيو پيو وڃي.

اسان جي ملڪ ۾ ڪجهه اهڙا ماڻهو پڻ موجود آهن. جيڪي پاڻ کي - ترقي پسند سڏائين ٿا. پر اهي آس لڳايو ويٺا آهن ۽ تجزيو پيا ڪن ته جنيوا- ڳالهيون ناڪام ٿين ۽ ان نتيجي ۾ هي عالمگير جنگ لڳي ته کين ”آزادي“ نصيب ٿئي. آءٌ اهڙن ماڻهن کي ترقي پسند نٿو سمجهان. منهنجو اشارو عوامي نيشنل پارٽي ڏانهن هرگز ناهي چو ته، اي - اين - پي جنيوا . ڳالهين کي ڪامياب ڏسڻ گهري ٿي ۽ ولي خان توڙي باچا خان، پنهنجي ڪردار ادا ڪرڻ جي، پيشڪش پڻ ڪري چڪا آهن.

نذير لغاري: گذريل ڏينهن ۾، سنڌ هاري ڪميٽي باران، چمبڙ ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي ورسي

واري موقعي تي، سنڌ هاري ڪميٽي جي جلسي ۾ پيپلز پارٽي ۽ ٻين پارٽين جا ڪافي دوست موجود هيا اوهان سنڌ هاري ڪميٽي جا اڳواڻ آهيو. اوهان جي جي نظر ۾ ائين ڇو ٿيو؟

چام: سنڌ هاري ڪميٽي جو اهو پروگرام، رکيو هاري ڪميٽي جو پروگرام ڪونه هيو، پر هن ميڙ گهرائڻ جو مقصدئي هيو ته ڪابه ڌر جي قوتن کي متحد ڪيو وڃي. ڪابه ڌر لاءِ ڪجهه شرط لازمي آهن. هڪ: سامراج دشمن هجي ۽ قومي حقن جي ڳالهه ڪري. ٻيو ته: سماجي تبديليءَ لاءِ آواز اٿاري. هاري ڪميٽي اهڙن قوتن کي ڪٺي وهارڻ جي ڪوشش ورتي. جنهن ۾ چڱي ڀلي ڪاميابي حاصل ٿي.

نذير لغاري: سنڌ هاري ڪميٽي پاران سڏايل ان ميڙ جي موقعي تي اهو طئي ٿيو ته ١٧ جولاءِ تي سنڌ جون ترقي پسند تنظيمون محترم رسول بخش پليجي جي گهر جمع ٿينديون. اوهان ان گڏيل اجلاس جي ڪاميابيءَ ۾ ڪيتري اميد ٿا رکو؟

چام: آءٌ سمجهان ٿو ته ترقي پسند ۽ سامراج دشمن حلقا اتفاق راءِ ڏانهن وڌي رهيا آهن. جنهن جي ڪري اها اميد آهي ته تڪڙوئي ان جون ڪي عملي شڪلون اڀريان اينديون. عوامي نيشنل پارٽي جو ڌهڙ سامراج دشمن قوتن کي گڏ ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش هئي. شهيد فاضل راهو جي چاليهي تي ان اتحاد جي ڳالهه اچان

۽ اڳتي وڌي - اين - ايس - ايف جي ڪنوينشن منجهه اتفاق راءِ ويتر وڌيو. سنڌ هاري ڪاميٽي جو ميڙ (١٨ جون تہ ڇمبڙ ۾) پڻ ان سلسلي جي هڪ وڏيڪ ڪڙي آهي. باقي ظاهر آهي تہ آءُ ان اجلاس ۾ ضرور هوندس، جيڪو ١٧ جولاءِ تي پليجي صاحب جي گهر تي رکيو ويو آهي.

نذير لغاري: اوهان هن سال فيبروريءَ ۽ مارچ ۾ پنجاب ۾ دورو ڪيو هيو. اخباري اطلاع موجب انهي اوهان جو چڱو موچارو آدرڀاءُ ٿيو. اوهان پنجاب منجهه ماضي جي ڀيٽ ۾ ڪا تبديلي محسوس ڪئي؟

جام: مون پنجاب ۾ سامراج. دشمني اڳي جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ڏٺي ۽ قومي حقن جي سلسلي ۾ پڻ سياسي ڪارڪن اڳي جي ڀيٽ ۾ تمام گهڻو حساس نظر آيا. پنجاب جي ڪارڪنن ۾ اهو احساس ڏسڻ منجهه آيو تہ، اوڀر پاڪستان اسان کان ان وقت نہ ٿي اسان کان جدا ٿي چڪو هيو، جڏهن آنتي ٢٥ مارچ تي فوجي ڪارروائي ٿي هئي. پر انهن کي اها سڌ ١٦ ڊسمبر (جنهن ڏينهن بنگلاديش ٿيو) تي پئي. اڳ جي ڀيٽ ۾، هن وقت، پنجاب جو عوام تمام گهڻو سجاڳ آهي. اهو احساس وڏيڪ مثبت آهي. ۽ اهو احساس جيترو وڌيڪ گهرو ۽ وسيع ٿيندو، ملڪ جي باقي رهڻ جو امڪان پڻ اوترو ئي وڌيڪ روشن ٿيندو.

نذير لغاري: اوهان شاهي قلعي توڙي پنجاب جي

پڻ ٻه ڪافي جيلن ۾، قيد ٿي رهيا آهيو. آتي اوهان کي ڪهڙا تجربا حاصل ٿيا؟

چام: مون اتي جي ماڻهن ۽ حڪمرانن ۾ زمين آسمان جو فرق ڏٺو. مون ڏٺو ته نه رڳو قيدي پر سپاهي، پڻ حڪمرانن کان، ڪوهين ڏور آهن. مان اوهان کي هڪ پنهنجو تجربو ٿو ٻڌايان. مون هڪ ڀيري، هڪ سپاهي کي ڪجهه سامان وٺي ڏيڻ لاءِ چيو. هو ٽڪڙو ٽڪڙو اهو سامان وٺڻ لاءِ وڃڻ لڳو. ان تي ڪيس مون سڏ ڪري چيو- يار ٻهه پئسا ته ڪٽي وڃ. منهنجي اهڙي چوڻ تي هو روئي پيو "سر جي آپ ہمارے لئے جان دے رہے ہیں، ہم آپ کے لئے اتنا بھی نہ کریں کہ آپ کو ضرورت کی چیزیں دیں" ان جي ان ڳالهه مون کي ٻه رئاري وڌو- بس هن سان گڏ هن جي روئي مون کي رڙاري وڌو- نه ته آءٌ اهوئي ماڻهو هيس جنهن کي هو مهينن تائين مارينداد رهيا.

باقي جيستائين، جيلن جو تعلق آهي، ته آءٌ ملڪ جي، گهڻو ڪري مڙني وڏن جيلن ۾، رهيو آهيان ۽ گهڻو ڪري (سي) ڪلاس ۾ ئي رهيو آهيان. پر مون ڏٺو آهي. ته ڪراچي کان پشاور تائين، دال جو ذائقو هڪ جهڙو آهي- ائين لڳندو آهي ته جڻ ڪو پائيپ لائين ذريعي، ملڪ جي مڙني جيلن ۾ هڪ ئي هنڌان دال ورهائي پئي وڃي.

نذير لغاري: چا اوهان کي قيد واري عرصي جو

ڪو خاص واقعو ياد آهي؟

چام: ها...... مون کي جڏهن شاهي قلعي ڏانهن وٺيو پئي ويا، ان ڏينهن مون کي ٻڌايو ويو ته منهنجي زال گذاري وئي آهي مون سڙني آفيسرن سان کلي ڳالهايو. ته جيئن ائين نه سمجهن ته آءٌ ڪو اندران ڏڪي اندران لٽي پيو آهيان. پر منهنجي اندر ۾ ڏکن جو طوفان هيو.

نذير لغاري: ملڪ جي موجوده صورتحال جي باري ۾ اوهان جو ڪهڙو تجزيو آهي؟

چام: اسان جي علائقي ۾، سڀ کان اهم مسئلو اهو آهي ته: سامراج اسان جي پاڙيسري ملڪ افغانستان ۾ افغان انقلاب کي ناڪام بنائڻ لاءِ لڳاتار سازشون سٽي رهيو آهي ۽ اسان جي ملڪ کي مهري طور استعمال ڪيو پيو وڃي. هن وقت افغان انقلاب کي ناڪام بنائڻ، انهن جي لاءِ ممڪن ڪونهي. پر هاڻ ان جي ترقي جي رفتار کي سست بنائڻ لاءِ اهو سڀ ڪجهه ڪيو پيو وڃي. تنهن کان سواءِ اسان جي خطي ۾ ايران عراق جنگ جي ڪري ماڳهو ٻهرئين ڏي گهڻو پريشان هيا ۽ هاڻ ته وري آمريڪا ان ۾ مداخلت جي رفتار وڌائي ڇڏي آهي. آمريڪا پوري علائقي ۾ عدم استحڪام پيدا ڪري رهيو آهي. ڀارت ۾ فرقيوارانه وڳوڙن ۽ علحدگي کي هوا ڏئي رهيو آهي.

جنيوا ڳالهين جي ڪاميابي، ۽ هن خطي سان

سامراج جو اثر رسوخ ختم ڪرڻ لاءِ، اسان وٽ پڻ
ڀرپور آواز اٿارڻ جي جهجهي ضرورت آهي. يورپ جيڪو
اڳ جنگ جو ميدان رهيو آهي ۽ يورپ جي ماڻهن
جنگ دوران تباهي پنهنجي اکين ڏٺي آهي. اڄ اُتان
جو عوام ته ’امن‘ لاءِ آواز اٿاري رهيو آهي. پر اسان
وٽ اڃان ان ڳالهه، جي لاءِ ڪنهن واضح احساس، جنم
ڪونه ورتو آهي. جيڪر عالمي جنگ لڳي ته: منٽن
جي عرصي ۾ انساني زندگي ختم ٿي ويندي. ڇو ته
اڄ دنيا جو هرهڪ ماڻهو پنهنجي پٺاڙن سان اڻ - نڪي
طرح ساڍيا ٿي ڏن، بمار ڪنيو پيو هلي باقي اسان جا
حڪمران آمريڪا جي ايترو ته هٿ - وس آهن جو اسان
جي ملڪ جي بجلي گيس ۽ پاڻي وغيره جا اکهه، مختلف
محڪمن ۾ ڇانٽي ۽ ڀرتي جا مسئلا پڻ سامراجي ادارا
طئي پيا ڪن. هو حڪمرانن کي چون ٿا ته، ريلوي
مان ٢٦ هزار ملازم ڇانٽي ڪيو ته ان حڪم جي
تعميل ۾ هن وقت تائين ١٣ هزار ملازم ڪڍيا ويا آهن.

نذير لغاري: بزرگ سياستدان جي - ايم سيد چوندو
آهي ته رسول بخش پليجو توڙي توهان پنجاب جي
ڪميونسٽ جي هدايت تي ڪم ڪري رهيا آهيو. ۽
سنڌ هارين توڙي مزدورن جو ڪردار پنجاب جي ايجنٽ
وارو ڪردار آهي. ان تي توهان ڪهڙو تبصرو ڪندؤ؟

جام: جڏهن ملڪ موجود آهي ته سياست به ملڪ گير
ٿيندي ۽ هرڪو پنهنجي پنهنجي طبقي سان اتحاد توڙي

سلام دعا ضرور رکي ٿو. جهڙي طرح محترم جي-ايم سيد جنرل ضياءالحق سان ميل ميلاپ رکي خوش ٿئي ٿو. پوءِ ڀلي سندس خيال هجي ته هو جنرل ضياءالحق کي قومي حق ڏيڻ تي راضي ڪري وٺندو. ٻئي طرف اسان کي اها جهڙي توقع آهي ته اسان پنجاب جي باشعور ماڻهن ۽ پورهيتن کي قومن جي حقن واري مسئلي تي پنهنجو حامي توڙي پاڻهن-ٻيلي بنائي سگهون ٿا.

نذير: سائين جي-ايم سيد اهو پڻ چئي ٿو ته جڏهن ملڪ تي ڪارا ڪڪر ڇانئيل هجن، تڏهن گهر ۾ ويهي ڪتاب لکڻ گهرجن ۽ جنهن ملڪ ۾، جمهوريت هجي ته، پوءِ سياست ڪرڻ گهرجي؟

چام: سيد بادشاهه ماڻهو آهي. ان لاءِ اهو ممڪن آهي ۽ هو اهوئي ڪري سگهي ٿو.

نذير لغاري: ٿر ۾ ڏڪار ڪري پيدا ٿيل صورتحال جي باري ۾ اوهان وٽ ڪهڙو پروگرام آهي ۽ اوهان ڪهڙيون تجويزون پيش ٿا ڪريو؟

چام: آءٌ اهو ٿو چوڻ چاهيان ته، ٿر وارو مسئلو تمام وڏو آهي. اڄ ته اتي آبادي جي ٩٠ سيڪڙو حصي کي چوويهن ڪلاڪن ۾ صرف هڪ ڀيرو 'رَبُ' نصيب ٿئي ٿي- سانبه وڏا گهر ڀاتي رکيو رات جو کائيندا آهن ۽ پنهنجي حصي مان ڪجهه بچائي صبح جو ٻچن کي کارائيندا آهن. ماڻهن لاءِ روزگار جا ذريعا ڪونهن، ۽ حڪومت آئي، مهرباني توري سان، في ماڻهو ٣ ڪلو

ڪڻڪ ماهوار رعايتي قيمت تي ڏني رهي آهي، ۽ رعايتي قيمت به ٦٨ روپيا في مڻ آهي. اسان چئون ٿا ته اسان کي خيرات نه کپي. هٿ ڪارخانا لڳايا وڃن. رستا ٺهرايا وڃن. ريلوي لائين پهچائي وڃي. پيئڻ لاءِ پاڻي ڏنو وڃي. ماڻهن کي انهيءَ منصوبي سان ڏي روزگار ملي سگهي ٿو. هن وقت ٽوئن سوئين ماڻهو بک وگهي مري چڪا آهن، جانور جي موت جو ته ڪاٿو ئي ڪونهي. ٿر جي عوام جي گهڻائي ٽي-بي جي مرض ۾ ورتل آهي. اهو سڀ ڪجهه هن ملڪ ۾ ٿي رهيو آهي. هتي F 16 جهاز ورتا ويا آهن. ايواڪس جهاز حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي ۽ هڪ ايواڪس جهاز ڇهن ارب ڊالرن جو اچي ٿو. هڪ ايواڪس جو چوٿون حصو به جيڪر اسان جي ٿر تي خرچ ڪيو وڃي ته به گڏو بئراج سان واهه ڪڍي هن علائقي کي آباد ڪري سگهجي ٿو.

نذير لغاري: ڇا ملڪ ۾ ڪاٿي ٿر جهڙو متحده جمهوري محاذ ٺهڻ جا ڪي امڪان موجود آهن؟

چام: بلڪل موجود آهن. ان سلسلي ۾ ابتدائي قدم طور عوامي نيشنل پارٽي ٺهي چڪي آهي. ۽ ان کان پوءِ واريون ڪوششون پڻ ان رخ ۾ هلي رهيون آهن.

# مظلوم قومن جو مستقبل

## ڄام ساقي (انٽرويو)

### پئنل

- منير شاهه
- خاڪي جويو
- فيضل الله پيرزادو
- ادريس جتوئي
- م- م پيرزادو
- مٿل
- ناز سهتو
- عبد الله

● ڪامريڊ ڄام ساقي کان هيءُ انٽرويو ينگ پروگريسو ٿنڪرس فورم (نواب شاهه) ٻاران پئنل جي صورت ۾ ٢٩ جنوري ١٩٨٧ع تي ورتو ويو. هن انٽرويو جي آڊيو ڪيسٽ ڪاپي اسان وٽ موجود آهي ●

سائيو- منهنجي خيال ۾ ڪوبه ترقي پسند نه خير، پر جمهوريت پسند به ان ڳالهه کان انڪار ڪري نٿو سگهي ته پاڪستان هڪ گهڻ- قومي ملڪ آهي. ۽ ان ۾، قومي جبر موجود آهي- ۽ مظلوم قومن کي پنهنجا قومي حق ملڻ کپن. پر عام جمهوري قوتون، جيڪي ترقي پسند نامن، انهن جي سمجهه جي رفتار تمام سست آهي. هن وٽ قومي حقن لاءِ، يا نه ڪا واضح واٽ ڪانهي يا اڄ جي حالتن تحت سندن پروگرام اڻ پورو آهي اها ڳالهه آءٌ ان حوالي سان چئي سگهان ٿو ته ايم- آر- ڊي جو اڄ وارو پروگرام ”چار ڪاتا مرڪز وٽ باقي سڀ صوبن حوالي“ اهو پروگرام، عوامي نيشنل پارٽي جيڪو مظلوم قومن جو ۽ گهڻ- طبقاتي اتحاد هيو. ان صوبائي خود مختياري جي باري اهو پروگرام 1957ع ۾ ڏنو هيو. اها ساڳي ڳالهه ايم- آر- ڊي، 1986ع ۾ مڃي ٿي. ته سوال آهي 29 سال پوءِ، اڌ ملڪ وڃائڻ کان پوءِ، لکين ماڻهو مارڻ کان پوءِ، اها ڳالهه کين وڃي سمجهه ۾ آئي آهي. جڏهن ته هاڻ صورتحال ان کان اڳتي وڌي چڪي آهي. هاڻ ملڪ جون جمهوري قوتون، جيڪڏهن پنهنجي سمجهه جي رفتار کي، گهڻو تيز نه ڪنديون ته ان جا نتيجا ڏاڍا خراب نڪرندا.

بي ڳالهه ته: اسان جي ملڪ ۾ جتي ننڍين قومن جا ماڻهو، توڙي ترقي پسند ماڻهو، سدائين جمهوري تحريڪ جو حصو هوندا آهن. اسان ڏنو نه پاڙيسري ملڪ هندستان ۾ گهڻا- قومي ملڪ هوندي ته آتي قومي

جبر جي اپتري شدت ڪانهي، جو الحدگي جي تحريڪ هلي. ڇاڪاڻ تہ اتي جمهوريت موجود آهي. هت بہ جيڪر انڌي-منڊي ٿي ڪٿي. پر جي جمهورت موجود هجي ها نہ اسان وٽ قومي جبر جي شدت ايڏي نہ هجي ها. ان ڪري اسين سنئين سڌي طريقي سان سمجهندا آهيون تہ جيڪا جمهوريت جي جدوجهد آهي. سا پڻ سنئين سڌي طريقي اسان جي جدوجهد آهي. اسين ترقي پسند نوڙي نندين مظلوم قومن وارا ماڻهو سڀئي ان ڳالهہ کان بہ واقف آهيون تہ 1954ع ۾ آمريڪا سان قومي ناهہ ٿيڻ کان پوءِ ٿي ون-يونٽ ٺاهيو ويو ۽ ون-يونٽ ٺاهڻ کان پوءِ ٻي هڪڙو ٻيو فوجي ناهہ ڪيو ويو ۽ ون-يونٽ ٺاهڻ کان اڳ، ڪميونسٽ پارٽي تي پابندي وڌي وئي. اهي سڀ شيون هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن. حڪمرانن کي سڌ هئي ترقي پسندن کي نقصان پهچائڻ کان سواءِ، ننڍين قومن تي جبر ڪري نٿو سگهجي، ڇاڪاڻ تہ ترقي پسند ان جي، ڀرپور مذاحمت ڪندا. تنهن کان سواءِ اها ڳالهہ بہ ذهن ۾ رکڻ کپي، تہ آمريڪا جي ڇٽيءَ کان سواءِ حڪمران ننڍين قومن تي ظلم نٿي ڪري سگهيا. اها هڪڙي صورتحال آهي ٻي صورتحال هي آهي تہ: اسان جي ملڪ اندر هڪڙو وقت هيو، جو بنگال جو ٽارگيٽ هيو ملٽري آپريشن جو ان کان پوءِ بلوچستان مٿان ملٽري آپريشن ڪيو ويو. ۽ اها ڳالهہ هاڻ رڪارڊ تي اچي

چڪي آهي ته جڏهن ڀٽي صاحب ۽ پي-اين-اي جي ليڊرن گڏجي جنرل ضياءالحق کي چيو ته بلوچستان مان فوج نڪري وڃي تڏهن جنرل ضياءالحق انڪار ڪيو هيو- ته اسان بلوچستان مان نه نڪرنداسون. اسان کي ته اها سنڌ 1954ع کان وٺي آهي، ته اسان وٽ ملٽري جي هٿ ۾ سڀ ڪجهه آهي، پر ٻيو وسيع حلقن کي خبر پئي ته، ظاهر ۾ جيئن پٽو سڀ-ڪجهه ٺهيو ويٺو آهي، اندر ۾ اندر صورتحال ائين ڪونهي. پر اصل ۾ ملٽري ئي ملڪ مٿان حڪمراني ڪري رهي آهي. سو بلوچستان کان پوءِ هن وقت سنڌ ملٽري آپريشن جو نشانو بڻيل آهي. ان ۾ فوجي ڇانوڻيون ٺهن ٿيون. جيئن پنوعاقل فوجي ڇانوڻي. ۽ اهو ذهن ۾ رکڻ کپي ته، پني عاقل ۾ فوجي ڇانوڻي رکڻ رياست جي پوزيشن جو مسئلو ڪونهي. آتي فوجي ڇانوڻي ٺهڻ جو، ٻين سان گڏ هڪڙو مقصد اهو به آهي ته آتي جي رٽائر فوجين کي جيڪي زمينون ڏنيون ويون آهن. انهن کي تحفظ گهرجي. ٻڌڻ ۾ پيو اچي ته سنڌ اندر ٻن ٽن ٻين جڳهين تي دادو- نواب شاهه - موهن جي دڙي لڳ پڻ فوجي ڇانوڻين ٺاهڻ جا منصوبا رٿجي چڪا آهن.

ان کانسواءِ سنڌ ۾ شاگردن جو معاملو وڌيڪ گنڀير آهي. اسان ڏسون پيا ته- سنڌ يونيورسٽي، ايل-ايم-سي، مهراڻ، ٽنڊو ڄام، خيرپور، چانڊڪا ۽ ٻين هنڌن تي هاسٽلن کي جيل خانن ۾ بدلايو ويو آهي. هاسٽلن جي

دروازن تي پوليس ويٺي آهي. جيڪا شاگردن جي
ايندي ويندي تلاشي پئي وٺي. اسين سمجهون ٿا ته
اصل مسئلو تلاشي وٺڻ ڪونهي. هٿيار ته هو پاڻ وٽ
وڪرو ڪن. اصل مسئلو شاگردن کي بي عزتي جو
احساس ڏيارڻ آهي. هو اسان کي اهو احساس ڏيارڻ
چاهين ٿا ته، توهان محڪوم آهيو. هو اسان جي، ميس
مارڻ چاهن ٿا. اسان جو ڪپاٽ جيڪو، هيٺرن مار-
ماڇڙن کان پوءِ اوچو آهي. هو ان اوچي ڪپاٽ کي
نمائڻ چاهين ٿا.

اسان کي اهو پڻ ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته، اها
لڙائي جيڪا اسان خلاف لڙي پئي وڃي. سا دشمن
مختلف مورچن تي اسان جي خلاف وڙهي رهيو آهي.
ان ڪري اسان پڻ اها لڙائي مختلف مورچن تي لڙون
هنن هت يونيورسٽين کي جهل بڻائي، چانوٽيون ڏاهي،
اسان جي مختلف دوستن نذير عباسي- ڏوڙهي ڦاٽڪ وٽ،
توڙي فاضل راهو کي شهيد ڪرائي اسان تي پرپور
وار ڪيا. اسان جي دوستن جون شهادتون (جيئن شهيد
نذير عباسي ڦاٽڪ جا شهيد توڙي شهيد فاضل راهو)
ملڪ جي مجموعي ترقي پسند قوتن، توڙي سنڌ جي
محب-وطن قوتن جي خلاف سازش جو هڪ حصو آهن.
شهيد فاضل جو قتل ڪو انفرادي قتل ناهي، اها هڪ
وڏي گهري سازش آهي. ته اسان کي سنڌ جي مختلف
محب وطن حلقن کي ڪڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ

گهرجي. جنهن جي ذريعي قومي حقن جي جدوجهد سان
ڳنڍوڳنڍ، پنهنجي سياسي قيدين کي آزاد ڪرائي سگهون
اسان وٽ الاهي سارا شاگرد سياسي قيدي آهن، گهنشام
پرڪاش آهي، گل محمد جکراڻي، علي حيدر شاهه ۽ ٻيا
ڪافي شاگرد دوست جيل ۾ ويٺا آهن، ٽنهن ڪانسواءِ
شبير شر آهي، ڪمال وارثي آهي ۽ گذريل ويهن،
ٻاويهن سالن کان سيد کي نظربند رکيو ويٺا آهن، ٿي
سگهي سيد کي، تڪليف محسوس نه ٿيندي هجي، پر
اسان جي مٿان هڪڙو داغ آهي. حڪمران اسان کي
اهو ڏيکارڻ چاهين ٿا ته: اِجهو اسان توهان جا دوست
هيتري عرصي کان نظر-بند ڪيو ويٺا آهيون.

وڏيڪ لاءِ هاڻ اسان (يعني مون جيڪي سوچيو
آهي آءٌ ان ڳالهه تي پهتو آهيان) کي حق خود ارادیت
جو نعرو ڪٽلي ڏيڻ گهرجي. حق خود ارادیت جو
لازمي مطلب آهي حق علحدگي ۽ حق خود ارادیت
جو نعرو آهي جنهن سان ئي اسين ڪنفيڊريشن جي
دوستن، اسان جي سنڌو ديش جي دوستن، وطن دوست
جي دوستن توڙي عوامي نيشنل پارٽي ۽ پي-اين-پي
جي دوستن توڙي ٻين ننڍين ننڍين گروپن کي گڏ ڪري
سگهون ٿا. انهن مڙني دوستن جون، پنهنجي پنهنجي
پروگرام آهر جيڪي ضرورتون آهن. آهي هي پروگرام
ئي پوريون ڪري سگهي ٿو.

هڪ ضروري ڳالهه آءٌ چوڻ چاهيان ٿو ته اوهان

اهو تمام سنو پروگرام هٿ ۾ ڪيو آهي اوهان سوچڻ جي شروعات وڏي آهي. اوهان پنهنجي دوستن کي، يا قومي اڳواڻن کي، نه رڳو پڙهڻ پر ان سان گڏ ڪين گائيڊ ڪرڻ جي، جيڪي رسم وڏي آهي، اها تمام پياري ۽ ملهائڻي رسم آهي. سڄي دنيا جي ملڪن ۾ جيڪي به انقلابي يا ڊيموڪريٽڪ پارٽيون آهن. انهن کي ڏيهه جا دانشور انگ اکر گڏ ڪري ڏيندا آهن ڪين نعرا اهي ڏيندا آهن. مطلب ته سڄي تحريڪ کي پوري طرح نظرياتي طور ٿي هٿيار بند ڪندا آهن. نه اڄ دشمن جي نظرياتي محاذ ڏان هيءَ جنگ هلي پئي. ان، لاءِ اوهان وٽ هي انگ اکر آهن هي نعرا هٿئا آهن. انهيءَ جو بنگال ۾ ته، اسان وٽ عملي مثال هيو. انهي دانشورن نه رڳو عوامي ليگ، پر نيشنل عوامي پارٽي، توڙي بين سمورين پارٽين کي باقاعدي 'فيڊ' ڪيو.

اسان جي نواب شاهه جي نوجوان دوستن جو جيڪو هيءُ طريقو آهي، سو ان ڏس ۾ اسان جي ڪافي مدد ڪري سگهي ٿو. ته ڪهڙي نموني اسان پنهنجي حڪمت عملي جوڙيون. ٿلهي ليکي ته ڪٿي اسان جي مظلوم قومن جا ماڻهو هجڻ جي ناتي، يا ترقي پسند هجڻ جي ناتي سان ساڳي سوچ آهي. پر ان کي اسان 'فارموليٽ' ڪٿين ڪيون، ڪهڙن اکرن ۾ پنهنجي ماڻهن اڳيان پيش ڪيو. سو ان روشني ۾ ته: توهان اسان جي رهنمائي ڪرڻ واري قوت آهيو، توهان کي

جيڪو وٺي سو ٻچي ۽ ٻڌائي سگهو ٿا.

ناز سهتو: ويجهڙ ۾ توهان جو جنگ ۾ انٽرويو آيو هيو. ان ۾ توهان چيو هيو ته اسان جي پيرار لئي (اوليت) ملڪ کي آهي قومي حقن کي ناهي. ان باري ۾ توهان ڪجھ چوندؤ؟ (ڪراچي ۾ توهان پريس ڪانفرنس ۾ چيو هو).

چاچا: ڪراچي ۾ پريس ڪانفرنس ۾ مون هي چيو هيو ته اسان قومي حق چاهيون ٿا. هي ڪهڙو قومي ملڪ آهي. هت قومي- جبر موجود آهي. ان ڪري اسين چاهيون ٿا ته، قومن کي پنهنجا حق ملڻ پون اسان کي خوشي ٿيندي جيڪڏهن ملڪ جي رهندي قومي حق ملي وڃن پر جيڪر اهين نٿو ٿئي ته- اسين قومي حقن لاءِ جدوجهد ڪنداسون. ان صورت ۾ ملڪ ٽٽي وڃي ته مجبوري آهي. اسين ان کي هٿ آڏو ڪونه ڏينداسون. چوڻ جو مطلب هيو ته: اسان کي ڪوبه اعتراض ڪونهي جيڪڏهن ملڪ جي رهندي قومي حق ملن ٿا ته اسان جو بنيادي مطالبو قومي حقن جو حصول آهي، نه ڪي ملڪ ٽوڙڻ پر جيڪڏهن ملڪ ٽٽي ٿو ته اسان کي اعتراض ڪونهي، اها ٻي ڳالهه آهي. اول اسين اهو ٿا چاهيون، ته اسان کي ملڪ جي رهندي قومي حق ملڻ کپن. نٿا ملن ته ٿيو خير، ۽ اهوئي سڄي دنيا ۾ ترقي پسندن جو رويو رهيو آهي. انهن ڪٿي به هٿ وٺي ملڪ ٽوڙيو ناهي پر جتي مظلوم قومون آهن يا قومي

جبر موجود آهي. انهن قومي حقن جي جدوجهد ڪئي آهي، ان جي نتيجي ۾ جيڪڏهن صورتحال وڃي ٻي ٿي ٿئي ته ”يا بسم الله“ اسان ڪي ڪو ملڪ مان ڪڍي ڪونه ڇڏيندو. ڇو ته سنڌي ماڻهن کي پنهنجي ماءُ ڌرتي سان پيار آهي، پر اهو ماڻهو پنهنجو ملڪ ٻين کي ڪونه ڏيندا. مانيون ڪونه پيون ملن.

ناز سهتو: جڏهن اسين ڳالهه ڪيون ٿا، مظلوم قومن جي ته توهان آن ’سينٽر‘ ۾ ٿا ڪيو ته. سنڌ جو ماڻهو. سرحد جو ماڻهو بلوچستان جو ماڻهو (چام جي چوڻ تي) ۽ سرائيڪي ماڻهو. اني پنجاب جيڪو رهجي ٿو وڃي، ان کي اوهان ڪهڙو ’خاص‘ نالو ڏيڻ پسند ڪندؤ؟

چام: سائين ’پنجابي‘ هن وقت حاوي قوم آهي. اها فوج ۽ سول بيوروڪريسي جي شڪل ۾ وڏيڪ منافعو ڪائي ٿي. باقي اها ڳالهه ’خاص‘ خيال ۾ رکڻ کپي ته اسان جو مفاد ان ۾ آهي ته، هڪ ته پنجاب منجهه حق پرست سمجهو ماڻهن کي پنهنجو طرفدار بنايون ۽ سندن همدرديون حاصل ڪيون. پنجاب جي وچولي طبقي ۾ سندن زبان لاءِ محبت پيدا ڪريون. پوءِ ان لاءِ تعنون ڏيون يا ڳالهه ڪيون ته ڇا توهان پنهنجي ٻولي وساري چڪا آهيو. اوهين جيڪي ٻولي ڪي ڇڏيو ٿا يا وساريو ٿا، آن پويان اوهان جا مڪروه مقصد لڪل پيا، يا ته توهان بي وقوف آهيو يا وري بدمعاش آهيو. نمبر ٻي ڳالهه ته: اسان اهو به سمجهون ٿا ته پنجاب ۾ جيترو طبقاتي ڇڪتاڻ تيز ٿيندي يعني، چودري ۽ هاري، توڙي سرمائيدار ۽ مزدور جي وچ ۾، ته اوترو ئي

اسان کي وڏيڪ مدد ملندي. ان ڪري پنجاب ۾ جيترو به وس پڄي سگهي طبقاتي چڪتاڻ کي تيز ۽ گهرو ڪيون.

ناز سهتو: آءٌ سوال پڇي پڇيو ته جڏهن، سنڌي، بلوچ، پختون ۽ سرائڪي مظلوم ٿي ٿو وڃي، ته پنجاب جي ڪردار کي ڇا چوندؤ. يا ان کي کهڙو 'ٽرم' ڏيندؤ؟

چام: اسان ان کي 'حاوي' قوم ٿا چئون.

ناز سهتو: مطلب ته توهان ان کي ظالم قوم نٿا چئو؟

چام: اسان ان کي حاوي قوم ٿا چئون. باقي جيڪا مظلوم بنائڻ واري ڳالهه آهي ته آن لاءِ آءٌ آهو چوندس ته گهڻا عنصر ملي ڪري اسان کي مظلوم بنائين ٿا. ظالم وڏو سرمائيدار آهي، جنهن پنهنجي فائدي تحت ون-يونٽ ٺهرائڻ ۾ 'رول' ادا ڪيو. ملٽري بيوروڪريسي آهي پنجابي حاوي قوم آهي. ان سان گڏ هڪڙو وڏو فيڪٽر-آمريڪا سامراج پڻ آهي ته اهي مختلف عنصر گڏجي اسان کي مظلوم بنائين ٿا.

ناز سهتو: ته پوءِ اوهان کي ان ڳالهه تان هٽ ڪڻو پوندو ته ڪو سنڌي بلوچ پختون توڙي سرائڪي مظلوم قومون آهن؟

چام: نه اسان ان تان هٽ نٿا ڪئون. اسان سنڌي بلوچ-سرائڪي ۽ پختون-خواهه کي مظلوم قومون سمجهون ٿا. باقي پنجاب کي اسين حاوي قوم ٿا چئون. آسان جي مظلوم طبقن کي پاڻ سان گڏڻ ٿا چاهيون، مون

اڳ ۾ چيو ته - اهم مسئلو - امراج جو نظر کان اوجهل ٿي وڃڻ جو آهي. جيڪو وڏي ۾ وڏي نوڪر - شاهيءَ جي پشت - پناهي ڪندڙ آهي. جيڪا فوج ۽ نوڪر شاهي پنجاب سان واسطو ٿي رکي، اها آمريڪا جي ليڪ کان سواءِ نه بنگال سان وڙهي سگهي ها، نه بلوچستان سان، نه وري هن وقت اسان (سنڌ) سان ٿي وڙهي سگهي ها.

خاڪي جويو: ڇا پنجاب جي ليڪ کان سواءِ به ته، آمريڪا اسان سان وڙهي نه سگهي ها؟

چام: ادا - پوءِ ته پنهنجي، ميرن، پيرن ۽ وڏيرن کان سواءِ به، پنجاب اسان مٿان حڪمراني ڪري نٿو سگهي.

اهي تفصيل آهن. تفصيل ۾ پمبو ته ڳالهه ڏکي ٿي وېندي.

خاڪي جويو: ڇا مجموعي طور تي، آمريڪا پنجاب جي ماڻهو جي حمايت نه هجڻ کان سواءِ، اسان سان وڙهي ڪونه سگهي ها؟

چام: ادا وري به مون کي ساڳي ڳالهه چوڻي ٿي پوي ته، مجموعي طور تي ته اسان وارن، ميرن - پيرن توڙي وڏيرن جي حمايت کان سواءِ به نٿا وڙهي سگهن، نه ئي وري حڪمراني ڪري ٿا سگهن.

خاڪي جويو: ڇا اسين پنجاب کي حاڪم يا بالادست قوم چئي سگهون ٿا؟

چام: بلڪل حاڪم ته هو آهن. جيتوڻيڪ، اصل

اقتدار سامراج وٽ آهي، پر پنجاب، ان ۾ پانگي پائيوار ضرور آهي، اها ڪا ڍڪيل ڇُپيل ڳالهه ڪونهي.

منير شاهه: توهان جي لفظن مطابق ته پنجابي حاڪم قوم آهي ۽ پوءِ ته سرائڪي، سنڌي، بلوچ توڙي پختون خواهه قومن جا مفاد به پنجاب سان متضاد ٿيندا. ڇا ان ئي ڪارڻ ڪري جيڪا به پارٽي ملڪگير سياست ڪرڻ چاهي ٿي، ان کي اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ لازمي طور تي پنجابي 'حاوي' يا 'حاڪم' قوم جي راضپي کي ڏسڻو ٿو پوي. ڇا اهوئي سبب آهي جو رجعت پرست يا لبرل بوزروا ته ٺهيو، پر ڪابي ڌر جون پارٽيون به پنجاب کي راضي رکڻ لاءِ، محڪوم قومن جي برابري، توڙي جمهوري حقن جي مخالفت ڪن ٿيون؟

چام: اصل ۾ ائين ڪونهي. پر ڳالهه اها آهي ته ڪابه ترقي پسند ملڪگير پارٽي، جيڪا سوشلزم يا سماجي تبديليءَ جو پروگرام ڪندي به، آها پنجاب جي غريب ماڻهن يا مزدورن ۾ جاءِ پيدا ڪري سگهي ٿي. ۽ ڪو ڪارڻ ڪونهي جو اسين يا بي ڪا پارٽي سٺو معاشي پروگرام ڏئي ته آها آتي جي غريب مسڪين ماڻهن جون دليون نه کٽي وٺي. باقي وڌيڪ لاءِ ته پاڻ ان تي ڳالهائي چڪا آهيون ته اسين ملڪگير سياست جو ۽ ڪنهن لاءِ ٿا ڪريون.

خاڪي جويو: سائين جو چوڻ آهي ته هر ملڪگير پارٽي، محڪوم قومن جي حقن کي ان ڪري، اهميت

نتي ڏئي ڇاڪاڻ تہ اسان وٽ هڪ قوم اڪثريت ۾ آهي ۽ ان اڪثريتي قوم جا مفاد مظلوم قومن جي جمهوري حقن سان ٽڪرائجن ٿا. ان ڪري اقتدار اعليٰ هٿ ڪرڻ لاءِ مجبورن هر ملڪ گير پارٽي کي مظلوم قومن جي جمهوري حقن کي ريٽي، پنجاب جي اڪثريتي عوام جون همدرديون حاصل ڪرڻ لاءِ اهڙو ڪردار ادا ڪرڻو ٿو پوي. اهوئي سبب آهي جو رجعت پرست ۽ بورزوا پارٽيون تہ مظلوم قومن جي جمهوري حقن جون سڌيون سنئيون مخالف ٿي بيٺيون آهن. پر ترقي پسند پارٽيون بہ ٻڏ-تر ۽ موقعي پرستي جو شڪار آهن؟

چام: سائي پهريون مسئلو تہ اهو آهي تہ جڏهن اسان پاڻ سرائڪي قوم کي تسليم ٿا ڪريون تہ ان ڪانپوءِ پنجاب اڪثريت وارو مسئلو ڪونہ ٿو رهي. پر جيڪر ائين نہ بہ هجي ها تہ ان صورت ۾ بہ پنجاب جي عام پورهيت ۽ سماجي تبديلي وڏي ضرورت آهي. اهو اڄاڻ بہ اسان جي مسڪين ماڻهن وانگر مسڪين آهي ۽ ان کي سماجي تبديليءَ واري نعري پاڻ سان ملائي سگهجي ٿو ۽ اتي چوڌري ۽ هاري، ٿوڙي سرمائيدار ۽ مزدور جي وچ ۾ ڇڪتاڻ بہ آهي. ان ڪري ترقي پسند پارٽين کي، هٻڪڻ نہ گهرجي. انهن کي پنجاب ۾ عوام اڳيان پنهنجو پروگرام پيش ڪرڻ گهرجي. باقي جيتري قدر ملٽري جي ڳالهہ آهي تہ، منهنجا سائين اها تہ سڀني لاءِ رڪاوٽ آهي. پيا تہ ڏهوو

پر آهي جيڪي حڪمران طبقي جو اهو حصو آهن جيڪي هن وقت اقتدار ۾ ناهن. انهن لاءِ به فلحال اوتروڻي رڪاوٽ آهن جيتري اسان سڀني لاءِ.

خاڪي جويو- مظلوم قومن جي هن وقت جيڪا جدوجهد آهي. اها حق خودارادیت جي جدوجهد جنهن کي پاڻ سياسي آزادي به چئون ٿا. مظلوم قومن جي سياسي آزادي جي جدوجهد، خود پنجاب جي مظلوم طبقن جي فائدي ۾ به آهي ان صورت ۾ ته اتان جو جيڪو پورهيت يا مظلوم طبقا آهن، انهن کي مظلوم قومن جي حقن جي ڀرپور حمايت ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن اتان جو پورهيت طبقو، مظلوم قومن جي حقن جي حمايت نٿو ڪري ته اهو غدار آهي؟

چام: ان ڳالهه سان، آءٌ متفق آهيان.

ناز سهتو: اوهان ڳالهه ڪئي ته ملٽري آپريشن جو الڳ الڳ وقت تي الڳ الڳ قومون نشانو بڻيون. پهرئين بنگال پوءِ بلوچستان ۽ هاڻ اسين. ته هن ملڪ جي هالوڪي بيهڪ ۾ هتان جي مڙني قومن جي سماجي بيهڪ به الڳ الڳ آهي. انهن جا مفاد به الڳ الڳ آهن. ان صورت ۾ جڏهن هيڏا سارا تجربا ڪيا ويا آهن. انهن تجربن جي ناڪامين ڪان پوءِ اوهان ڪي ڪا گڏيل جدوجهد جي اميد آهي. اسان کي ته هڪڙي پاسي آزاديءَ جا رجحان پڪا پختا ٿيندا نظر پيا اچن. يا ائين ڪئي چئجي ته جڏهن هڪڙي پاسي پڪل فصل

لهڻائيءَ لاءِ تيار هجي. نه ڇا ويهي ڀوڪيل فصل واري جو انتظار ڪجي نه اهو پچي نه ڳڏجي لٽجي؟

چام: سائي ڳالهه هيءَ آهي ته اسان جو هر ويڙهه ڪرڻ وقت جيڪو وڏو ڏڪر ٿيندو (پوءِ ڀل آها آزادي جي مُني ڇو نه هجي) سو وري فوج سان ٿيندو سو اسان ڪي ان ڏس ۾ پنهنجا پير ڏاهپ پختگيءَ سان کڻڻ کپن. جذباتيت، مسئلن جو حل ناهي. باقي جيڪر اوهان جي سمجهه ۾ ڪا قوم تبديليءَ لاءِ تيار آهي ته پوءِ ان کي ڪو روڪيندو ته ڪونه. وڏيڪ پاڻ سمجهو آهيو.

خاڪي جويو: اها ڳالهه ٺهي ٿي ته جيڪر ڪا قوم آزادي لاءِ تيار آهي. جيڪر ترقي پسند قوتون ان آزادي جي قيادت ڪري نه سگهيون ته ان جي قيادت لازمي، بورزوا طبقو ئي ڪندو. توهان اها قيادت بورزوا طبقي کي ڏيڻ لاءِ تيار آهيو؟

چام: سائين هڪڙي هند تي توهان ۽ اسان جي خواهشن جي باوجود جيڪر ڪا علحدگيءَ جي جدوجهد سامراج-دشمن نه ٿي ۽ نه ٿي سماجي تبديل واري نه ٿي بنجي ته پوءِ ان تحريڪ جي اڳواڻي بورزوائي ڪندو. بنگال ۾ جيستائين ڪم جو تعلق هيو ته پنهنجي دوستن جو (نيٽ ورڪ) عوامي ليگ ڪان، ڏهوڻون وڏيڪ هيو. ڪيترا ضلع اهڙا هيا، جتي عوامي ليگ جون شاخون موجود ڪونه هيون پر دوست ڪا ديهه اهڙي

ڪانہ هئي، جتي بہ موجود نہ هيا- جن کي اتي ”ٿاٿا“ سڏيو ويندو هيو. پر ان جي باوجود بہ جيڪو پيداوار جو بورزوا طريقو هيو. سڄي پيرو ڪريسي هئي . رسمون رواج اهڙي قسم جا موجود هيا. ملڪيت جا رشتا اهڙي قسم جا موجود هيا. جنهن ڪري انهن مڙن عنصرن ڪئي عوامي ليگ کي اڳيان آندو.

خاڪي جوئيو: اُتي جي ترقي پسندن تـوڙي ڪميونسٽن علحدگيءَ جي تحريڪ جي آخر وقت تي حمايت ڪئي هئي. تيستائين بورزوا تحريڪ هلائيندو رهيو. جيڪر ترقي پسند ڏريون، منڍ کان وٺي ان مسئلي کي کڻن ها، تہ منهنجي خيال ۾ تحريڪ ائين بورزوا جي جهولي ۾ ڪونہ پوي ها، ۽ نہ وري رياست ٿي ائين سامراج جي قدمن ۾ ڪري ها، ۽ اُتي ترقي پسند قوتون، جيئن ويٽنام ۾ طاقتور ٿي ويون هيون- جيڪر اوتريون طاقتور نہ بہ ٿين ها، تہ بہ ايتريون طاقتور ضرور ٿين ها، جو بنگال کي سامراج جي طفيلي رياست بنجڻ ڪونہ ڏين ها؟

جام: ساٿي- ان ۾ ٻہ پهلو آهن. هڪڙو آهي تہ ويٽنام ۾ لڙائي، گهڻو عرصو هلي ۽ بورزوا طبقو، ڍگهو عرصو ويڙهہ وڙهي نہ سگهي. جيڪر بنگال ۾ بہ لڙائي ڊگهاري ٿئي ها تہ اتي بہ اهو ساڳيو نتيجو سامهون اچي ها. جيئن ويٽنام ۾ ٿيو. ٻيو پهلو تہ بنگال ۾ عوامي ليگ ٢٥ مارچ (اهو ڏينهن، بنگال متان فوجي آپريشن جي

شروعات ڪئي وئي) تائين اڄان علحدگي جو اعلان ڪونہ ڪيو هيو. ان ڪري ان جي اڪيلائي حمايت يا عمل ۾ گڏ هجڻ واري ڳالهہ بہ درست ڪانهي.

هتي آءٌ هڪڙي وڏيڪ ڳالهہ بہ ڪرڻ چاهيان ٿو، آها اِها تہ گهڻ - قومي ملڪ جيڪي بہ آهن ۽ جن وٽ اهڙا مسئلا بہ موجود آهن سي حمايت يا مدد ڪان لهرائين ٿا. اهو اِن ڪري جو، وٽن بہ مسئلا پيدا ٿيندا. ان ڪري اسان کي ڏاڪي بہ ڏاڪي اڳتي وڌڻ کپي. هڪ ڏاڪو اهڙو ضرور ايندو. جڏهن اسان توهان کي اهو فيصلو ڪرڻو پوندو تہ هاڻ اسان کي ڇا ڪرڻو آهي. باقي هن وقت تہ اسين فوج جي چنبي ۾ آهيون. فوج جو قبضو ڪمزور ڪرڻ لاءِ، اسان کي انهن سڀني قوتن سان ضروري اتحاد ڪرڻ گهرجي، جيڪي فوج مخالف آهن. ۽ ٻئي ڏاڪيءَ تي سامراج جي قبضي ڪمزور ڪرڻ جي بہ ضرورت آهي جنهن جي ڪري ٿي فوج ايترو وقت ملڪ تي قابض رهي آهي. باقي جيڪر اسان "نريءَ تي بهشت" ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسون تہ اسان جو پنهنجو ئي نقصان ٿيندو.

خاڪي جوڻو : جيئن تہ هر ڪميونسٽ کي مظلوم قومن جي علحدگي يا حق خودراديت جي پروگرام کي، پارٽي پروگرام ۾ ڇٽو رکڻ گهرجي. ان لاءِ عملي جدوجهد ڪرڻ گهرجي. هتي اسان ٻيون ترقي پسند قوتون تہ پوءِ جي ڳالهہ آهي. اسان جي انقلابي پارٽي

جو حق خود ارادیت، وارو نقطو، خبر ناهي پروگرام ۾ آهي الائي نه - باقي قومي حقن لاءِ عملي جدوجهد نه ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي. ڇا ان کي ڪميونسٽ پارٽي جي موقع پرستي چئجي؟

چام: نه ائين ناهي ته اسان قومي حقن لاءِ جدوجهد ناهي ڪئي. لسٽون سنڌي ۾ ڇپايون، سنڌي ٻولي قومي ٻولي. ون - يونٽ خلاف، بنگال ۾ فوجي آپريشن خلاف اسان واهه ويلا ڪئي ۽ بلوچستان ۾ فوجي آپريشن خلاف اسان آواز اٿاريو - اڄ سوڊو اسان ڪڏهن به پوئتي نه رهيا آهيون پنهنجي طاقت آهر ڪجهه نه ڪجهه ڪيو اٿئون.

فيض الله پيرزادو: موجوده صورتحال ۾ هتي جيڪي ايم - آر - ڊي جي پليٽ فارم تان، به وڏيون جمهوري جدوجهديون هليون آهن ۽ جيئن ته ايم - آر - ڊي ۾ پيپلز پارٽي تمام وڏي عوامي پارٽي آهي، جنهن کي اڪثريتي عوام جي حمايت حاصل آهي ۽ پيپلز پارٽي کي بي نظير جي ناتي، جيڪي ”ليفٽ“ کي اميدون هيون ۽ بي نظير جي اچڻ (١٠- اپريل تي) ڪانپوءِ جيڪو لاڙو آمريڪا ڏانهن وڌيڪ جهڪيل پيو نظر اچي ته ڇا هاڻ ليفٽ-ايم-آر-ڊي جي پليٽ فارم تان ڪنهن مثبت يا ڪڙيءَ تبديليءَ جي اميد رکي ٿي؟

چام: مٿا - ايم - آر - ڊي کي پنهنجي اندر تبديلي آڻڻ گهرجي. منهنجي سمجهه ۾ ايم - آر - ڊي جيستائين پنهنجو دروازو ڪاهي طرف نه کوليندي، ۽ مظلوم قومن

توڙي هارين ۽ مزدورن لاءِ چٽو موقف نه رکندي تيستائين ڪنهن وڏيءَ تبديلي جي اميد نظر ڪانه ٿي اچي - هن وقت ايم - آر - ڊي ڪي پنهنجي اندر تبديلي آڻڻ جي تڪڙي ضرورت آهي.

فيض الله : موجوده افغان مسئلي تي، هن وقت اوهان جي پاليسي ڇا آهي.

ڄام : افغانستان جو انقلاب جيترو استحڪام وٺندو، اوترو اسان لاءِ فائدو آهي. پاڙي ۾ جيڪر سٺا ماڻهو طاقتور ٿيندا ته سياڻي ڏک سک ۾ اسان کي ڪي ٿي ڪم ايندا. ٻيو پهلو اهو آهي ته، افغان پکيوڙن جو دٻاءُ، سرحد ڪانپوءِ سنڌ مٿان ڪهڙو آهي. ان ڪري اسان مڙني ڪي گڏجي ڪجهه ايڏانهن به سوچڻ گهرجي.

مثل : هت سنڌ ۾ افغان پکيوڙن وانگر، ملڪ توڙي دنيا جي ٻين ملڪن کان ماڻهن جي، لڏ پلاڻ جو جيڪو لاڳيتو سلسلو سنڌ ڏانهن جاري آهي، ۽ سنڌي قوم ان آبل پوڙ ڪري اقليت ۾ تبديل ٿي وڃي، ان لاءِ اوهان جو ڪهڙو موقف آهي. جڏهن ته ان ڪالو نائيزيشن کي روڪڻ لاءِ سنڌ جو هڪ سياستدان، رت ڏئي چڪو آهي ته جهڙي طرح سان آسام ۾ غير آسامين لاءِ، اسيمبلي بل پاس ڪيو آهي. ائين هت به ٿيڻ گهرجي. ته اوهان جو ان ڏس ۾ ڪهڙو موقف آهي؟

ڄام : ڪهڙي سياستدان اهڙو بيان ڏنو آهي. منهنجي

نظر مان ته نه گذريو آهي.

مثل: عبدالواحد آريسر

چام: جيڪر آن بيان ڏنو آهي ته تمام سٺي ڳالهه آهي. ان باري ۾ هالي، ٻه - چار ڏينهن اڳ، دوستن سان ڳالهه ٻولهه ٿي هئي، ۽ هن وقت ان ڳالهه جي تمام تکڙي ضرورت آهي ته سنڌ جون ٽوڙي ملڪ گير پارٽيون، جيڪي قومي حقن لاءِ وڙهن ٿيون. انهن کي هڪڙي تاريخ طئي ڪرڻ گهرجي. ته ان ڪانفرنس جيڪي ٻه سنڌ ۾ اينداً، انهن کي نه ووٽ ڏيڻ جو حق هوندو، نه ڊوميسائيل جو حق هوندو. باقي هاري ڪميٽي ته طئي ڪري چڪي آهي ته ١٩٥٤ع ڪانفرنس جيڪو ٻه سنڌ ۾ آيو آهي ان کي هت ڪوبه حق حاصل نه هوندو.

خاڪي جوئيو: ايم - آر - ڊي جي پليٽ فارم تان جيڪي ٦٣ ۽ ٨٦ ۾ ٻه جمهوري جدوجهديون هليون. عوام ان کي چڪي وسيع شڪل ۾ ڪٺي آيو. ۽ جدوجهد جي ان شڪل کان بورزوا ڊڄي، ان مان هٿ ڪڍيا. جيئن ته ان جدوجهد جي اها شڪل جيڪا عوام بيهاري هئي، اها بورزوا طبقي جي فائدي ۾ ڪانه هئي. انهن ڳالهين کي اڳيان رکندي، اسان سمجهون ٿا ته ايم - آر - ڊي ڪنهن به جدوجهد هلائڻ لاءِ تيار نه ٿيندي. ايم - آر - ڊي ۾ ويهي ترقي پسند دوست پڻ، بڻ تر جو شڪار آهن. ان ۾ مجبوري اها آهي. جو

اوهان ايم - آر - ڊي ۾ اتحاد جي شڪل ۾ ويٺا آهيو.
ان ڪري اوهان جو پنهنجو پروگرام، عوام اڳيان ڪلي
رکي نٿا سگهو؟

چام: پهرئين ڳالهه اها نه: فوج اسان جي ملڪ
مٿان قابض آهي. ان کي هٽائڻ لاءِ، ڪي قوتون فوج
سان ٽڪراءَ ۾، انهن قوتن کي اسان ڪي، ڪنهن نه
ڪنهن شڪل ۾، گڏ ڪرڻ جي ضرورت آهي. جيئن
فوج کي اسان ٽڪي ڪيڏي سگهون. ان جي لاءِ
ايم - آر - ڊي مثبت پليٽ فارم آهي. ان ۾ خاموش به
آهن پر جڏهن ملڪ ۾، به واضح ڪيمپون آهن. هڪ
آمريڪا - فوج ۽ انتهائي رجعت پرست ۽ ٻئي پاسي
ايم - آر - ڊي انهن ٻنهي ڪيمپن هوندي اهو لازمي ٿو
ٿئي نه ايم - آر - ڊي سان گڏ هججي، ٻي ڪا صورت
ڪانهي. باقي ايم - آر - ڊي کي پنهنجي اندر، تبديلي
آڻڻ گهرجي. اها ٻي ڳالهه آهي (يعني) باقي ايم - آر - ڊي
کي وڌيڪ موثر بنائڻ لاءِ ائين ڪرڻ گهرجي. باقي
جيڪر ائين نٿو ٿئي ته - پوءِ ڪو ٻيو اتحاد جنم وٺندو.
ڇو ته خلا - لا-محدود عرصي تائين رهي نٿو سگهي.

مثل: ايم - آر - ڊي جي تحريڪ ٻه - دفعا زوردار
طرح سان هلي آهي ان ۾ ترقي پسند قوتن، ان ڪري
حصو ورتو هيو. ته تحريڪ کان ٻاهر رهي اسين سائهن
ڪان ڪٽجي نه وڃون. ۽ ان ڪي وسيع جمهوري

تحريڪ جي ڊاري ڏانهن وٺي وڃون پر ٻئي پيرا ائين نہ ٿيو ڇو؟

ڇا: ساٿي - مون ڇيو تہ، اڄ ايم - آر - ڊي جيئن آهي. تيئن ان مان اميد گهٽ ٿا رکون. اسين ان ۾ واضع تبديليءَ کان پوءِ ئي وڏيڪ اميد رکي سگهون ٿا.

ناز سهتو: توهان جيئن تہ وسيع مفهوم ۾ "حق خود ارادیت" جو ٽرم استعمال آهي. ڪليل لفظن ۾، ائين چئجي تہ، هن وقت ايم - آر - ڊي جيڪو، قومي حق خود ارادیت - دشمن رول ادا پئي ٿي ڪري. يعني ائين چوندي تہ علحدگي پسندن کي ختم ڪريون يا علحدگي جا جيڪي لاڙا وڌن پيا ان ڪري هئين ٿسي ويندو. ڇا اسان اهو سمجهون تہ، ايم - آر - ڊي آزاديءَ پسندن جو دشمن پليٽ فارم آهي؟

ڇام: ساٿي - ماڳهي ايم - آر - ڊي آهي. جيڪا مارشلا جي خاتمي جي باري تي آهي ٿي پر اهو ١٩٨٣ع ۽ ١٩٨٦ع جي جدوجهد جوئي اثر هيو ۽ اهو بہ خاص سنڌ ۾ جيڪا ڀرپور جدوجهد هلي ان جوئي اثر پيو. ايم - آر - ڊي صوبائي خود مختياريءَ جو آهو پروگرام ڏنو. جيڪڏهن اها جدوجهد ملڪ گير هلي ها - تہ شايد ايم - آر - ڊي صوبائي خود مختياري لاءِ اهو موقف اختيار نہ ڪري ها. سنڌ ۾ جيڪا جدوجهد جي شدت هئي ان مان، هنن محسوس ڪيو تہ. هاڻ اها علحدگي جي طرف وڌي پئي. کي روڪڻ لاءِ ئي سهي پر هنن. اهو

محسوس ڪيو ته، هاڻ ماڻهن کي ڪجهه نه ڪجهه حق ڏيڻا پوندا. ان ڪانسواءِ ماڻهو راضي ڪونه ٿيندا. اهوئي سبب هو جو سمورين پارٽيون پيپلز پارٽي ته ڇا پر پي - ڊي - پي ۽ مسلم ليگ تائين مڙني اها ڳالهه مڃي ورتي ته، چار کاتا مرڪز کي باقي صوبن کي ڏيڻا ڪپن.

خاڪي جويو: سوال آهي ته جيڪي ايم - آر - ڊي ۾ ويٺا آهن يا جيڪي ايم - آر - ڊي کان ٻاهرا رجعت پرست ۽ حڪمران ڌريون آهن. انهن جا پنهنجا مفاد آهن نه اهي ترقي پسند ۽ قوم پرست قوتن کي ڪچلن، ۽ ان جي پهرئين ڪڙي فاضل راهوءَ جو قتل آهي. ان لاءِ گورنمينٽ کي جيڪا اخلاقي، مدد گهرجي - سا ڪين سڌي طرح اهي رجعت پرست ڏئي رهيا آهن جيڪي ايم - آر - ڊي کان ٻاهر آهن پر اڻ سڌي طرح ايم - آر - ڊي اندر ويلن جو ڪردار ڇا ڪيو آهي؟

چام: سائين: ان ۾ حڪمرانن کي ايم - آر - ڊي جي ڪابه حمايت يا تائيد حاصل ڪانهي ايم - آر - ڊي فاضل راهوءَ جي شهادت تي بلڪل احتجاج ڪيو هيو. ايم - آر - ڊي جي سمورين پارٽين - يوم - سياح ملهايو هيو. جلسا جلوس ڪيا هيا. احتجاجي گڏجاڻيون ڪيون هيون. ايم - آر - ڊي اڃان تائين (توڙي جو ان ۾ تبديلين جي ضرورت آهي مثبت پليٽ فارم آهي. مون اڳ به چيو ته - هن وقت جيڪي واضح طور تي ٻه ڪيمپون موجود آهن. ان ۾ هڪڙي ته آهي - آمريڪا

۽ ان جي حامي فوجي ٽولي ۽ رجعت پرست. ٻئي طرف انهن خلاف ايم. آر. ڊي ڪيمپ آهي.

منير شاه. هتان جي انقلابي پارٽي ۽ ٻين انقلابي گروپن جي نه گڏجڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟

چام: هڪڙو سبب ته اهو رهيو آهي، ته هتان جا گهڻا ـ ٽڪا گروهه ڪنهن نه ڪنهن وقت، انقلابي پارٽي ۾ سان رهيا آهن. پوءِ ٿيو ائين آهي ڀيا ته اهي ڪنهن وقت مان ڪري ويهي رهيا آهن يا ڪڍيا ويا آهن ۽ پوءِ جڏهن اهي سر گرم ٿيا ته، هنن بجاءِ پاڻ تي تنقيد ڪرڻ جي. ته برابر اسان ويهي رهياسون يا اسان غلطيون ڪيون) هنن پاڻ کي صحيح قرار ڏيندي. چوڻ شروع ڪيو ته، اسان جيڪي هاڻ سياست ڪيون پيا اُها ٺيڪ آهي. باقي انقلابي پارٽي جي سياست ٺيڪ نه. هٿي. هڪڙو وڏو سر ته اهو رهيو آهي. باقي ٻيا جيڪي سر آهن سي نظرياتي رهيا آهن ۽ اهي شروعات کان وٺي رهيا آهن. ان سان هڪڙو سبب ته، ڪن گروپن پاڻ کي ”پرو چائنا“ چوائڻ شروع ڪيو. اهو رجحان هاڻ ختم ٿي چڪو آهي. پيا سنڌ ليول تي ڪم ڪرڻ گهرجي اهو رجحان هاڻ ختم آهي. هاڻ ڪوبه ترقي پسند اهڙو ناهي جيڪو اهو به تسليم ڪندو هجي ته. خود اسان کي سنڌ جي قومي حقن جي جدوجهد لاءِ به. جنگ ملڪ گير وڙهڻي پوندي. ڇاڪاڻ ته دشمن ملڪ گير ليول تي موجود آهي. ان

هاڻ، هر ترقي پسند گروپ، اهو ننڍو هجي توڙي وڏو، ملڪ گير ڪم ڪري تيار ٿئي ٿو ۽ ائين آهستي آهستي، فرق مٽجندا ويندا. ڇو ته جيئن جيئن لڙائي تيز ٿيندي ويندي. تيئن اسان جو هڪ ٻئي جي، وڌيڪ ويجهو اچڻ وارو عمل تيز ٿي ويندو.

ادريس جتوئي: سنڌ جي اڄوڪين حالتن ۾، سنڌي اديب ۽ سنڌي ادبي سنگت کي، ڪهڙو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي ۽ ڪڏوگڏ ملڪ ترقي پسند اديبن جي تنظيم ٺهڻ جي ڪيتري ضرورت آهي.

جام: ساٿي: سنڌي ادبي سنگت، شروع ڪان وٺي، جڏهن ايوب جي، مارشلا لڳي هئي. تڏهن ڪان، ان سنڌي ٻولي‍ءَ لاءِ، اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ سنڌي ادبي سنگت- تمام اهم تنظيم آهي. اُن سوين نوجوان اديب تيار ڪيا آهن اهو نوجوانن جو هڪڙو اسڪول آهي. اديب، بحيثيت اديب جي، دل جي، انهن نرم ۽ نازڪ گوشن تائين، پهچي سگهي ٿو. جتي سياستدان نٿو پهچي. هن وٽ فني نياپي پهچائڻ جو ذريعو آهي. ان ڪري اديب قوم جو بهتر- ترجمان ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن هو ٺيڪ طرح سان اهڙو ادب تخليق ڪري. جيڪو عام. ماڻهو جي لاءِ هجي. ان ڪان سواءِ ٻي ڳالهه، ته جهڙي طرح اسان سمجهي ٿا، سياسي محاذ تي ملڪ گير پيماني تي جنگ جي ضرورت آهي. اهڙي طرح ٻاڻ کي ادبي محاذ تي پڻ جنگ ملڪ گير وڙهڻي پوندي. ڇو

تہ اسان تي حملو پڻ ملڪ گير جاري آهي. جيئن "ايک اسلامي هے" اور ہم مسلمان ايک قوم ہين" اهو ورد، اسلام آباد کان وٺي لاهور - پشاور - ڪوئٽہ کان ڪراچي تائين، ريڊيو ٽي - وي دهرائين ٿا. ان جي جواب ۾ تہ "پاڪستان هڪ گهڻ - قومي ملڪ آهي" "هت پنج قومون رهن" وغيره جو اسان کي بہ پرچار ملڪ گير ڪرڻو پوندو. ملڪ جي ٻين حصن جا اديب بہ پنهنجي ٻولي، قوم ۽ ٻين مسئلن لاءِ پاڻ پتوڙين پيا. انهن وٽ بہ اسان وانگر اها سوچ آهي. ان ڪري جيڪر تنظيم ملڪ گير نہ هي ۽ دشمن جي نظرياتي حملي جو ملڪ گير جواب ڏئي ٿي تہ، تمام خوشي جهڙي ڳالهہ آهي. پر اها ڳالهہ نظر ۾ رکڻ کپي نہ سنڌي ادبي سنگت جو، هڪ تمام اهم رول آهي. اسان کي، ان کي وسارڻ بلڪل نہ کپي. ان کي وڌيڪ منظم ڪرڻ جي سخت ضرورت آهي. چو تہ اديب نظرياتي محاذ جو ڏاڍو اهم سپاهي آهي.

خاڪي جويو: سنڌي ادبي سنگت جي ڪائونسل ۾ هڪ ٺهراءُ پاس ٿيو آهي ۱۹۸۷ع کي سنڌي ادبي سنگت ڌارين جي آباد ڪاري خلاف ملهائڻ جو سڏ ڏنو آهي. اوهان سنڌ هاري ڪميٽي طرفان حمايت ڪيو ٿا.

چام: هاري ڪميٽي جو صدر ويٺو آهي.

غلام رسول سهتو: بلڪل اسان ان جي ڀرپور

حمايت ٿا ڪريون .

خاڪي جويو : اوهان پنهنجو رايو ٻڌايو. ته، ڇا اوهان ان جي حمايت ڪريو ٿا ؟

ڄام : ها سهڻا اوهان کي خبر آهي ته آءٌ حمايت ڪريان ٿو ( هر طرف ٽهڪ )

مٺل : فوج مان جان ڇڏائڻ يا فوج کي هٽائڻ لاءِ، اوهان ڳالهه ٻڌي ڪئي، توهان وٽ ان لاءِ ڪو حل آهي؟

ڄام : سائينءَ: سڀني مثبت قوتن جي گڏيل جدوجهد جي ذريعي اسان، اها ڪوشش ڪري سگهون ٿا. ان ڏس ۾ اسان کي سڀ ذريعا استعمال ڪرڻا پوندا. ان لاءِ پمفليٽ به آهن. جلسا، جلوس به آهن. ميٽنگون آهن ۽ نيٽ ايجيٽيشن آهي. پوءِ جيترو ڊيولپ ڪري سگهون.

مٺل : ڇا پاڻ وٽ، ايتري قوت آهي. جو فوجي اداري کي شڪست ڏئي سگهون ؟

ڄام : پهرئين ته مسئلو آهي ته ان کي سياست مان بي دخل ڪيون. ان کانپوءِ باقي حق تڏهن ڏئي وٺي ٿا سگهون، جڏهن فوج کي ”آل - آئوٽ“ شڪست ڏيون.

مٺل : آل - آئوٽ شڪست ڏيڻ لاءِ، ضروري آهي ته پوري ملڪ جو عوام گڏ ڪيون. يا ان ۾ رهندڙ سڀ قومون گڏ ٿين. جڏهن ته فوج هڪ وڏي قوم سان واسطو ٿي رکي. ۽ ان جي مفادن لاءِ ڪم ڪندڙ آهي. هڪ ته ان قوم (يعني پنجابي) جي تعاون کان

سواءِ فوج کي شڪست ڏني نٿا سگهون ۽ ٻئي طرف ان ۾ تعاون ڀڄ مشڪل ٿيو لڳي، ته پوءِ باقي ڪهڙيون قوتون گڏ ڪري فوج کي شڪست ڏئي سگهون ٿا؟

چام: ننڍين مظلوم قومن جون ته، سڀ ترقي پسند ۽ جمهوري قوتون پر پنجاب جي ترقي پسند توڙي پورهيت طبقن کي گڏ ڪئي. اسان فوج کي آل - آئوٽ شڪست ڏئي سگهون ٿا.

مثل: هيئن اوهان چيو ته هت جي فوج، سامراج جي مفادن جي بچاءَ لاءِ ڪم اچي ٿي. اها رڳو سامراج جي مفادن لاءِ، يا پاڪستان جي بچاءَ لاءِ به سامراج سان سلهاڙيل آهي؟

چام: هي ڀاڙيتو فوج آهي. ان جو ان ڳالهه سان ڪو واسطو ڪونهي ته ملڪ جو مفاد ۽ بچاءُ ڇا ۾ آهي. هن کي پنهنجي پيٽ ۾ مال کپي ۽ پنهنجي آقا (سامراج) جي خدمت ڪرڻي آهي. باقي هنن پاڪستان جي، سلامتي ۽ يڪجهتي جيڪا بنگال ۾ قائم رکي، سا به اسان ڏٺي.

پيرزادو: هت ترقي پسند قوتن کي، جيڪا قوت حاصل ڪرڻ کپندي هئي، سا حاصل ڪري سگهيا آهن يا نه؟

چام: ظاهر آهي نه.

پيرزادو: ان جا سبب؟

چام: ان جا سبب، منهنجي نظر ۾، معروضي آهن. پر تفصيل جو موقعو ڪونهي ۽ موضوعي سبب به

"رول آئوٽ" نٿا ڪري سگهجن. تني سڳهي ٿو ته ترقي پسندن. ڪن وقتن تي ڪي سنگين غلطيون ڪيون هجن. انهن موقعا وڃايا هجن. اهو سڀ ناممڪن ناهي. پر بنيادي طرح، حڪمرانن جي، تشدد جا سڀ ذريعا اسان تي ئي آزمايا ويا آهن. شاگرد يونين تي پابنديون ڪان وٺي مزدور يونين تي پابنديون تائين. جلسن، جلوسن جي پابنديون - دوستن جي گرفتاريون ۽ شهادتن سان - مطلب ته ڪهڙي تشدد جي صورت آهي جيڪا هنن اسان تي نه مڙهي آهي. ان جي ڪري، رڪاوٽ پئي آهي. پر انهن مڙني مشڪلاتن جي باوجود، پاڻ هتي ملڪ ۾ موجود آهيون. ۽ ڪوبه مورچو اهڙو ڪونهي جتان پنهنجو آواز بلند نه ٿيندو هجي پاڻ اڃان ڪٿي، تسلي بخش طرح موجود نه آهيون. پر اسان جي اهم قوت هجن، ڪو اسان جو تعداد ناهي. پر اها قوت اسان جي آها صلاحيت آهي جنهن جي ڪري، اسان سڀني ڪي، ڪڏي، سگهون ٿا. مثال طور: پئي لاهه ڏاڍو ڏکيو ٿئي. پر آهه جيڪر سائين جي - ايم - سيد وٽ، هلي وڃان ۽ ڪيس چوان ته، هي ڪم ڪرڻو آهي ته، منهنجي نظر ۾ سيد انڪار نه ڪندو. يا ولي خان آهي توڙي جو بزنجو صاحب ڪاوڙيل آهي پر ان وٽ به هلي وڃان ته انڪار نه ڪندو. باقي ڪجهه ڳالهيون ته، بي نظير ڪان به مڃائي سگهجن ٿيون. ته اسان جي بنيادي صلاحيت "سيمينٽنگ

فورس" هئي آهي. باقي ارباب وارا دوست آهن. آهي ته الاهي سارا ويجها آهن ان کي جيڪر، ہانهن کان وبهي جهلجي ته، هيءَ ڳالهه ڪرڻي آهي ته انڪار نه ڪندا.

پيرزادو: ايتري سڳهه هئڻ جي باوجود، دير ڇو پئي ٿئي، جو ڪا اهڙي شيءِ جنم نٿي وٺي؟

چام: ويجهڙائي ۾ جنم وٺندي (ٺهڪ)

ناز سهتو: جنهن شيءِ ويجهڙائي ۾ جنم ورتو آهي (آءِ-اي-اين-جي حوالي سان پيو ڳالهه ڪيان) ان ۾ به اڃان ويچا پيا نظر اچن ان جو سبب ڇا آهي؟

چام: جيئن ته اي-اين-پي مختلف رجحانن، قومن ۽ طبقن جو گڏيل اتحاد آهي. ان ڪري. وڏيڪ ويجهڙائپ پيدا ڪرڻ ۾ ڪجهه دير ته لازمي لڳندي. اهو رڳو اسان وٽ ائين ڪونه پيو ٿئي. پر دنيا ۾ ہين هنڌن تي، به اهڙي اتحاد واري صورت ۾ ائين ڏي ٿيندو آهي. آهستي آهستي ويچا ختم ٿيندا ويندا آهن.

منير شاهه: پاڪستان جي جوڪا ڪميونسٽ پارٽي آهي ان جو قومي سوال جي باري ۾، جيڪو ڪردار رهيو آهي. ان کان اوهان ڪيتري قدر متمعين آهيو؟

چام: آءٌ ان کان بلڪل متمعين آهيان. آءٌ ته ان جو ١٩٦٠ع کان حصو رهيو آهيان، جڏهن آءٌ شاگرد هيس ۽ سونکي اچان، ڪا ايتري سياسي ساڃهه، ڪانه هئي. ون-يونٽ خراب شيءِ آهي ۽ ان خلاف وڙهڻ

ڪپي. اهو مونکي پڌايوڻي ڪميونسٽ پارٽي ون-يونٽ خلاف چاڪنگ ڪندا هئاسون، پمفليٽ ڪڍندا هئاسون. يعني قومي حقن واري جدوجهد ۾، پارٽي ئي اسان جي رهنمائي ڪندي هئي.

منير شاهہ: ان جو ظاهر عمل اهڙو ڪونہ ڏٺو ويو آهي خاص ڪري قومي سوال جي حوالي سان؟

چام: ڪهڙي وقت پارٽي پوئتي رهي آهي. جڏهن بہ ڪنهن قوم مٿان ڏکيو وقت آيو، سڀ ڪان اول پارٽي ئي آواز بلند ڪيو آهي. پوء اهو آواز ون-يونٽ خلاف سنڌي ٻولي قومي ٻولي لاء يا لسٽن واري تحريڪ هجي. پارٽي هميشہ اڳ اڳ رهي آهي.

منير شاهہ: اوهان ان جي ڪردار کان مطمعين آهيو؟

چام: بلڪل سورنهن آنا. بلوچستان جي باري ۾ پارٽي جو ٺيڪ موقف هيو، ان کان اڳ بنگال جي باري ۾ پارٽي جو، ٺيڪ ٺيڪ موقف هيو. پارٽي ئي ان قتل عام خلاف، جلسا، جلوس ڪڍيا پيا سڀ ٻيا تہ خاموش هيا يا رڳو بيان ڏئي رهيا هيا.

ادريس جتوئي: ايتري ڪجهہ هوندي بہ اهو تاثر عام ڇو آهي؟

چام: ان جو سبب اهو آهي تہ پروپيگنڊا تمام گهڻي ٻ گهڻ-طرفي آهي ٻ جواب جا موقعا، تمام ٿورا آهن. مونکي ڪافي ماڻهو ويجهڙائيء ۾ مليا. جن چيو تہ: ”ڪامريڊ اسان تنهنجي انٽرويو ۾ قومي مسئلي تي

پڙهيو: ڏاڍو سٺو - اسان ته ٻڌو هيو ڪامريڊ قومن کي مڃين ئي ڪونه" مون ڇيو ٻيلي اها نه حد تي وئي. قوم ڇا کي چئجي اها باقائدي سائنسي طرح وصف ڏني ٿي ڪامريڊن پاڪستان ڪ.ھ.ق - قومي ملڪ آهي. ان ۾ گهڻن قومن رهن ٿيون، اردو قومي زبان ڪانهي. سنڌي، پنجابي، بلوچي، وغيره قومي زبانون آهن. اِها ڳالهه پهرئين ڪئي ٿي ڪامريڊن، ۽ اردو رابطي جي ٻولي آهي. اهو فيروزالدين منصور جو ڪتاب ١٩٥١ع ١٩٥٢ع ۾ ڇپيو.

# ڳالهيون پيٽ ورن جون

## چام ساقي (انٽرويو)

ڀاڱيدار

- مدد علي سنڌي
- غلام نبي مغل
- آصف بالادي
- ناز سهتو
- اعجاز منگي

مغل: ڪن حلقن جو خيال آهي ته ڪميونسٽ پارٽي ٥٠ سالن اندر پاڪستان جي عام ماڻهن ۾ پنهنجي پوئلڳي نه ناهي سگهي آهي، نه رڳو اهو بلڪ اهو به تاثر آهي ته هارين ۽ پورهيتن ۾ اڳ جي ڀيٽ ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي مقبوليت ۾ گهٽتائي آئي آهي، اوهان جو ان بابت ڪهڙو خيال آهي.

چام: سڀ کان پهريون اسانکي اها ڳالهه ذهن ۾ رکڻي پوندي ته اسانجو ملڪ انگريزن جڏهن ڇڏيو ته اهو انڊيا جي ڀيٽ ۾ گهٽ آزاد ٿيو، انگريزن جا مفاد چانهن جي باغن کان وٺي ٻين صنعتن تائين پکڙيل هئا. اسانجي ملڪ جي ڪامورا شاهي ساڳي انگريزن واري هئي، اسانجي ملڪ جي حڪمران جماعت مسلم ليگ اهائي ساڳي هئي، جنهن کي انگريزن بنيادي تيار ڪيو هو، انهيءَ ڪري سبب اهوئي تسلسل قائم رهيو، جنهنجي نتيجي ۾ پاڪستان ٺهڻ وقت سرحد پرڳڻي جي چونڊيل حڪومت برطرف ڪئي ويئي، جنهن سان معاشري ۾ هڪ غير جمهوري عمل شروع ٿي ويو. انهيءَ بعد لياقت علي خان، قائداعظم جي وفات بعد هڪ ئي وقت مسلم ليگ جو صدر ۽ وزير اعظم ٿي ويو، جڏهن ته دنيا ۾ ڪٿي به اهي ٻئي عهدا گڏيا ناهن، چاڪاڻ ته

ٻنهي عهدن کي گڏيل سان آمريت وجود ۾ ايندي آهي.
انهيءَ بعد ١٩٥٤ع ۾ اسان جي ملڪ ۾ اهم واقعا رونما
ٿيا. انهن اهم واقعن مان هڪڙو واقعو اهو هو ته
آمريڪي سامراج سان فوجي ٺاهه ڪيا ويا ۽ انهن فوجي
ٺاهن جو ٿيڻ، ملڪ ۾ ڪامورا شاهي جو اڳتي وڌي
اچڻ، بنگال ۾ چونڊيل حڪومت يعني جڳتو فرنٽ
کي برطرف ڪرڻ، اهم واقعا آهن، حالانڪ جڳتو فرنٽ
بنگال مان ٣٠١ ۽ مسلم ليگ فقط ٩ سيٽون کٽيون
هيون، اهڙي چونڊيل حڪومت کي برطرف ڪري
گورنر راڄ ڪيو ويو، ۽ انهيءَ ڏي دور ۾ ون يونٽ
ٺاهيو ويو ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ تي بندش مڙهي وئي،
ان بعد اوهانکي هڪ تسلسل نظر ايندو، پهريون سول
نوڪر شاهي جو، جنهن ۾ ١٩٥٥ع ۾ فوجي نوڪر شاهي
شامل ٿي چڪي هئي، اوهان کي ياد هوندو ته ون يونٽ
ٺهڻ کان اڳ آمريڪا سان فوجي ٺاهه ٿيڻ بعد جيڪا
وزارت هئي، ان ۾ وزير دفاع ايوب خان، ملڪ جو چيف
آف اسٽاف هو. ان بعد ٥٨ع ۾ باقاعده مارشل لا لاڳو
ڪئي وئي. اهڙيءَ ريت اسانجي ملڪ ۾ ماڻهن کي
سياسي سرگرمين جو موقعو ئي نه ڏنو ويو آهي. ان ڪري
اسين اهو ته چئي سگهون ٿا ته جيڪي انقلابي نظريات
آهن، انهن اها تنظيمي شڪل نه اختيار ڪئي آهي،
جيڪا تنظيمي شڪل اختيار ڪرڻ کپندي هئي، پر
انهن جو سياسي اثر اسين هن ريت محسوس ڪري

سگهون ٿا تہ اڄ ملڪ ۾ ڪابہ سياسي جماعت اهڙي موجود ڪونهي، جيڪا هارين ۾ زمين جي ورهاست ڪرڻ واري ڳالهہ چوڻ تي مجبور نہ ٿي هجي، وڏين صنعتن کي قومي تحويل ۾ وٺڻ جي ڳالهہ ڪرڻ تي مجبور نہ ٿي هجي، ان ڪانسواءِ جيڪي بہ چونڊون ٿيون، انهن چونڊن ١٩٧٠ع ۾ عوامي ليگ، پيپلز پارٽي، ۽ نيشنل عوامي پارٽي ڪٿيو، اهي ٽئي سياسي جماعتون سوشلزم جي ڳالهہ ڪنديون هيون. ان بعد ١٩٧٧ع وارين چونڊن ۾ نئين پاڪستان اندر پيپلز پارٽي واحد اڪثريت سان ڪٿيو، جيڪا سوشلزم جي ڳالهہ ڪري رهي هئي، هاڻ پيپلز پارٽي سوشلزم لاءِ ڪيتري حد تائين مخلص هئي، تہ اها ٻي ڳالهہ آهي، پر ماڻهن ١٩٧٠ع ۾ بہ سوشلزم لاءِ ووٽ ڪيو، ۽ ٧٧ع ۾ بہ سوشلزم کي ووٽ ڏنو. سوشلزم نظريو اسانجي معاشري ۾ ايترو تہ مقبول ٿي چڪو آهي، جو جيڪي سوشلسٽ نہ آهن، انهن جي بہ مجبوري ٿي پئي آهي. اهي سوشلزم جو نالو ڪڻن آئين يا اهڙي قسم جون ڳالهيون ڪن، جيڪي سوشلزم جي پهرئين ڏاڪي يعني قومي جمهوري انقلاب لاءِ ضروري آهن جيتوڻيڪ سندس اهڙو ڪو بہ ارادو نہ هوندو آهي. مطلب تہ معاشري ۾ سوشلسٽ نظريي، يعني انقلابي نظرين جي مقبوليت وڏي پيماني تي موجود آهي، اسين هاري ڪميٽي جي حوالي سان ڏسون ٿا، تہ اهو چئي سگهجي ٿو تہ هاري ڪميٽي ايتري مضبوط

ڪونهي، يا اهو به چئي سگهجي ٿو ته زمين اڃا پوتار
وٽ موجود آهي، پر ساڳين انجي پوڙيان ته هڪ وڏو پس
منظر موجود آهي. زمين ۽ زمينداري نظام ۾ اسان کي
اها خبر آهي ته انکي تاريخي منظوري ڪونه هئي،
چاڪاڻ ته اسان وٽ انگريزن جي اچڻ بعدئي وڏيڪ
جاگيرداري وجود ۾ آئي. اڪي اهي پوتار ڪونه هوندا
هئا. اصل ۾ جن قومن سان غداريون ڪيون، انهن کيئي
انگريزن جاگيرون ڏنيون، ان بعد جيڪي چونڊيون ٿيون
آهن، انهن سان به اهو ثابت ٿيو آهي ته ماڻهو اخلاقي
طرح ڪنهن به اهڙي پارٽيءَ کي ووٽ نه ڏيندا، جيڪي
زمين هارين ۾ ورهائڻ لاءِ تيار ڪونهي.

مغل: اوهان جيڪي دليل ڏنا آهن، بهرحال اهي
پنهنجي جاءِ تي صحيح آهن، ته ماڻهن ۾ سامراج دشمني
رجحان ۽ طبقاتي شعور موجود آهي، ته پوءِ اهو سوال
ٿو پيدا ٿئي ته اهي سياسي جماعتون، جيڪي سوشلزم
جي ڳالهه ڪن ٿيون، انهيءَ ڳالهه کي اڳتي ڇو نه
وڌائي سگهيون آهن، يا انهن جماعتن جو عوام سان سڌو
رابطو ڇو نه قائم ٿي سگهيو آهي، جڏهن ته ٻئي طرف
ساڳي ڏر سان تعلق رکندڙ مزدور تنظيمون، ڪابي ڏر جي
هاري تحريڪن جي پيٽ ۾ مضبوط آهن، ته آخرڪار
انهن جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟

چام: ٻهرئين ته مان انهي ڳالهه سان بلڪل سهمت
نٿو رکان. ٻي ڳالهه ته مسلسل اسانجي دوستن مٿان

عذاب ڪيا ويا آهن ، پهرئين مارشل لا ۾ حسن ناصر شهيد ٿيو ، يحييٰ خان جي ، مارشل لا ۾ بنگال جي هزارين ڪامريڊن کي گرفتار ڪيو ويو ، جنرل ضياءَ جي مارشل لا ۾ ڪامريڊ نذير عباسي شهيد ٿيو ، جيڪو ڪميونسٽ پارٽي جي مرڪزي ڪميٽيءَ جو ميمبر هو ، مطلب ته سڀ کان گهڻين سختين جو شڪار عام طرح ترقي پسند تنظيمون خصوصي طرح ڪميونسٽ پارٽي هئي .

مغل : ڇهو وچي ٿو پ ـ پ دور ۾ نعپ ۽ پيپلز پارٽي ۾ هڪ ڏاڪو ٿيو هو ، جنهن ڏاڪي ڪميونسٽ پارٽي مخالفت ڪري منظور نه ڪرائڻ منجهه اهم ڪردار ادا ڪيو هو ، جنهن جي نتيجي ۾ پيپلز پارٽي قومي حقن جي ڳالهه ڪرڻ جي خلاف ٿي وئي ، ۽ ان ڏاڪي جي حق ۾ ڳالهائيندڙ ماڻهن جو چوڻ آهي ته ان ڏاڪي نه ٿيڻ سبب ، پيپلز پارٽي فوج جي ويجهو اچي وئي ؟

جام : منهنجي خيال ۾ اهو چوڻ وارا حضرات اهو سمجهن ٿا ته ماڻهن جو حافظو تمام ڪمزور آهي ، جنهن ڏاڪي جو حوالو ڏنو وڃي ٿو ته اهو ڪي آئيني ڏاڪو ڇهو وچي ٿو اهو نعپ ۽ پيپلز پارٽي جو ڏاڪو نه هو ، پر ان ڏاڪي ۾ جماعت اسلامي قيوم ليگ ، جميعت العلماءِ اسلام ، پاڪستان ، ڪائونسل ليگ وغيره شامل هيون ۽ اهو آئيني ڏاڪو ، جنهن جي بنياد تي ٧٣ع وارو آئين پاس ٿيو .

مغل : انهيءَ آئيني ڏاڪي ڪانسواءِ هڪ ٻيو ڏاڪو به ٿيو هو ، جنهن جي منظوري نعپ کان ورتي هئي ، جنهن

۾ ڪميونسٽ پارٽين جا ماڻهو به هئا، اسين انهيءَ ڏاهه جي ڳالهه ڪري رهيا آهيون!

چام: ٻيو ڪوبه ڏاهه نه ٿيو هو، اها اوهان جي غلطفهمي آهي اهڙو ڪو ٻيو ڏاهه نه ٿيو هو. ٽري ارٿ ڏاٿيپ ڏاهه ٿيو هو، جنهنجي نتيجي ۾ نعپ جون حڪومتون وجود ۾ آيون. ٻئي ڏاهه جي جيڪو ڳالهه ڪري ٿو، اهو يا نه معصوم آهي، يا ڪجهه ٻيو! رڳو آئيني ڏاهه ٿيو هو، جنهن ۾ سموريون پارلياماني تنظيمون شامل هيون. پهريون اسانکي سمجهڻ گهرجي ته آئين ڇا ٿيندو آهي، ٿلهي ليکي ڇئبو آهي، آئين گڏجي رهڻ جي فارمولا کي، پر آئون چوان ٿو ته آئين دولت جي ورهاست واري فارمولا آهي. ان ڪانسواءِ آئين متعلق ٻيو سڀ ڪجهه آئيني مونجهارو آهي. قانون ڇئبو آهي انجي عمل درآمد واري طريقي کي. ان ڪان سواءِ ٻيون سڀ ڳالهيون طبقاتي ۽ دانشورانه بدمعاشيون آهن. انئين ڪٿي ڇنجي ته آئين جي مارڪسي وصف اها آهي. اصل ۾ آئيني ڏاهه ٿيڻ شرط لانڊيءَ ۾ مزدورن جو قتل عام ٿيو، ساڍا چار سو مزدور شهيد ٿيا. ڪابه سياسي پارٽي، مزدورن جي حمايت ۾ ڪو بيان ڏيڻ لاءِ تيار نه هئي، اي معنيٰ ته اهو آئيني ڏاهه متحده محاذ هو صاحب ملڪيت طبقن جو، متحد محاذ ڪهڙو به نه هي، پر آمريڪا جي خلاف ڏهي ته، اسان کي قبول، فوجي آمرشاهيءَ جي خلاف ڏهي، جاگيردارن جي خلاف ڏهي،

دلال سرمائيندار خلاف ٿي ته اسان کي قبول، بهرحال انهيءَ آئيني ڏاهه ۾ قومن کي تسليم نه ڪيو ويو، اسان جو چوڻ هو ته انهيءَ ڏاهه ۾ قومي حق تسليم نه ڪيا ويا آهن، ڪارا قانون موجود آهن، انهيءَ آئيني ڏاهه ۾ پارلياماني جمهوريت ڪونهي، انهيءَ ڪري نعپ جي ڪائونسل، اجلاس ۾ هي ٺهراءُ بحال ڪيو هو، مير غوث بخش بزنجي جي خلاف، ته انهيءَ ۾ اهي ٽي ڳالهيون شامل ڪيون وڃن، انهيءَ ٺهراءَ جي نتيجي ۾ ڀٽي صاحب پارلياماني جمهوريت وارو شرط منظور ڪيو، يعني وزير اعظم کي هٽائڻ لاءِ ٻه پاڱي ٽي وارو شرط واپس ورتو. باقي ڪارا قانون موجود آهن، ۽ قومي حق نه مليا، هاڻي بدقسمتي اها آهي ته، اهي ماڻهو حفيظ پيرزادو، ولي خان ۽ ممتاز ڀٽي تائين جيڪي قومي اڳواڻ آهن، ڪنهن حد تائين بزنجو به، جن انهيءَ آئيني ڏاهه تي صحيحون ڪيون هيون، چون ٿا ته اسان کي پورا قومي حق نه مليا، اسان کي ان وقت آئين تي صحيح نه ڪرڻ گهرجي هئي، اسانکي وڌيڪ قومي حق ڏنا وڃن. پر ڪجهه اهڙا به عنصر پيدا ٿيا آهن، جيڪي پاڻ کي ڪميونسٽ چون ٿا، ۽ اهو چون ٿا آئيني ڏاهه صحيح هو. دلچسپ صورتحال اها آهي ته ڪميونسٽن جو چوڻ هو ته قومي حق نه مليا آهن، ۽ قومپرستن جو چوڻ هو ته، قومي حق مليا آهن، انهيءَ آئيني ڏاهه جي معاملي ۾ اڻ سڌي طرح سائين جي-ايم سيد به

شامل هو. جاڪاڻ تہ ٻيون پارٽيون رضا مند ٿيون پيون هيون، پر نعپ جا اڳواڻ راضي نہ پئي ٿيا، جن لاءِ پئي صاحب سائين جي-ايم سيد کي پنڊيءَ ۾ گهرائي ترسايو ، ۽ چيو تہ توهان (جي - ايم سيد) نعپ وارن کي چئو تہ آئين تي صحيح ڪن.

سهتو : ڪميونسٽ پارٽيءَ تي جيڪي اعتراض اٿندا آهن ، انهن ۾ هڪ اهو بہ آهي تہ ان پارٽيءَ سدائين ڪنهن ٻئي وڏي ماڻهوءَ جي ڪلهي تي بندوق رکي هلائي آهي ، ۽ ان سلسلي ۾ جڏهن هو انهيءَ کي ڇڏيندا آهن، تہ پوءِ انجي خلاف زبردست مخالفانہ مواد شايع ڪندا آهن. جيئن بزنجي سان ٿيو، ۽ انکان اڳ ولي خان متعلق رايا هئا ، ۽ ڪميونسٽ پارٽي ڪڏهن بہ پاڻ کي ظاهر نہ ڪيو آهي، البت توهانجي اچڻ بعد ڪجهہ پڌري ٿي ، ۽ ۲ ڏينهن ۾ تنازعو بہ کڙو ٿي ويو، جنهن جي وضاحت اخبارن ۾ توهان ڪئي، مهرباني ڪري ان صورتحال کي واضح ڪريو؟

جام : جيستائين وضاحت جو تعلق آهي تہ اخبارن کي رکڻو اها خبر ڏني ويئي هئي ، تہ ولي خان سان ايم - آر - ڊيءَ بابت گفتگو ٿي آهي، جڏهن تہ ڊان اخبار ۾ پنهنجي طرفان گلڪاري ڪئي ، ۽ ضرورت کان وڌيڪ گلڪاري ڪئي. جڏهن تہ انهيءَ بيان ۾ ڪي ڳالهيون حقيقت جي بنهہ خلاف هيون، ڪميونسٽ پارٽي اوچتو ظاهر ڪرڻ تي

هئي، بلڪ اها ١٩٦٠ع کان وٺي پريس ۾ اينڊي رهي آهي، ٥٤ع ڪانوڻي روپوش رهي آهي، ايوب خان جي پوليٽيڪل پارٽيز ايڪٽ تحت به ڪميونسٽ پارٽيءَ تي بندش لاڳو نه هئي، پڻي صاحب ان بعد عام جلسي ۾ چيو ته ڪميونسٽ پارٽيءَ تي پابندي ڪونهي پهرين ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سيڪريٽري جنرل ڪامريڊ امام علي نازش جو نالو اخبار ۾ ايندو هو، ٧٦ ۾ نعيپ تي پابندي پوڻ ڪانپوءِ منهنجو نالو به ڪميونسٽ پارٽي لاءِ استعمال ٿيو، مختلف مسئلن تي اسان ڪميونسٽ پارٽي جي پليٽ فارم تان بيان ڏنا آهن، ائين ڪونه ٿيو هو، جيئن انهيءَ صحافي تاثر ڏنو ته اوچتو ڪميونسٽ پارٽي ميدان ۾ لهي آئي آهي.

منگي- پليجو صاحب چوي ٿو ته ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ 'نازشي سازشي ٽولو' سرگرم عمل آهي، جيڪو سنڌ جي قومي سوال کان لنوائيندو پيو اچي، جڏهن ته ان سلسلي ۾ منهنجو اوهان کان اهو سوال آهي ته تازو ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ جيڪي اندروني اختلاف ظاهر ٿيا آهن، ان بابت اوهين ڇا ٿا چئو؟

جام- ڪميونسٽ پارٽي بحران جو شڪار ڪونهي بهرحال اختلاف راءِ هر پارٽيءَ اندر ٿي سگهي ٿو. قومي سوال تي اڄ ڏينهن تائين ڪٿهن به اختلاف ناهي رکيو، ان بابت جيڪو چوي ٿو اهو غلط آهي، آئون ان کي ترقي پسند مڃڻ لاءِ تيار ٿي نه آهيان، جيڪو قومي حقن

واري حدن ۾ مڪمل حق خود اختياريءَ جي حمايت نٿو ڪري، باقي جيتريقدر پارٽي ڇڏڻ جي ڳالهه آهي، ته ملڪ ۾ ڪافي اهڙي پارٽي ڪونهي، جنهن مان ماڻهو نڪتا هجن، هن وقت ڪجهه اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي ڪميونسٽ پارٽي ڇڏي وڃڻ جو فيصلو ڪري چڪا آهن، اهي وڃن.

منگي- ڇا اوهانکي ڇڏيندڙن مان اڪثريت گڏ آهي؟

چام: انهن مان اڪثريت گڏ ڪونهي!

مهتو: ڇا ڪميونسٽ پارٽيءَ مان تازو ڪنهن کي ڪڍيو به ويو آهي؟

چام: پارٽي ڇڏڻ جي نتيجي ۾ ڪن کي ڪڍيو ويو آهي!

مهتو- انجي معنيٰ ته انهن کي ڪڍڻ جو فيصلو اڳواٽ ڪيو ويو آهي؟

چام: جي نه- جيڪو نڪتو آهي، يا جنهن چيو آهي ته مان پارٽيءَ جي پاليسين کي نٿو مڃان، پارٽيءَ جي مرڪز کي نٿو مڃان، يا جنهن ائين چيو ته جيئن منهنجي مرضي پوندي، تيئن ڪندس، انکي ڪڍيو ويو آهي!

مغل: توهان جي خيال ۾ آمريڪا جو پاڪستان ۾ اثر هينئر تيز ٿي ويو آهي؟

چام: آمريڪا جو اثر ايترو ته وڌيو آهي، جو آمريڪا جون پاهريون فوجون ۲ پيرا پاڪستان ۾ اچي

چڪيون آهن. گوادر ۾ آمريڪا کي اڏو ڏاهي ڏنو ويو
آهي. ڪراچي ۾ ماريپور جو هوائي اڏو اهڙو آهي،
جنهن تي آمريڪا جا جاسوسي وارا جهاز 'بي ٣' پيا
آڏامن، جڏهن ته ملڪي فيصلا به آمريڪا جي مرضيءَ
موجب ڪيا ٿا وڃن!

سهتو: بلوچستان جي گورنر تازو اخبارن ذريعي
اهو اعلان ڪيو آهي ته ڪوبه هڪڙو ماڻهو، اسان کي
اهو ثابت ڪري ڏيکاري ته، بلوچستان ۾ آمريڪي اڏا
قائم آهن، پر انجو ڪوبه جواب نه ڏنو ويو آهي.

چام: گوادر ۾ ٤٠ ميلن جو اهڙو علائقو آهي،
جتي ڪنهن کي به وڃڻ جي اجازت ڪونهي، اتي
خود بلوچستان جو وزير اعليٰ به نٿو وڃي سگهي!

مغل: جڏهن آمريڪا جو اثر ايترو وڌي ويو آهي
ته، ان جي اثر کي ختم ڪرڻ لاءِ، ڪابه ٻي ڌر واريون
پارٽيون ۽ اوهان جي ڪم ڪرڻ جو طريقو ڪار ڪهڙو
هوندو؟ يا اهو اثر جيڪڏهن وڌي ويو، ته انجا اڳتي
هلي ڪهڙا نتيجا برآمد ٿيندا؟

چام: آمريڪي اثر ڪري، فوجي بجيٽ وڌندي
آهي. ملڪ مان جمهوريون آزاديون غائب ٿي وينديون
آهن، آمريڪي اثر جو مقابلو ڪرڻ لاءِ، اسان پهريون
اها ڪوشش ڪئي ته ايم - آر - ڊي سامراج دشمن نڪتو
شامل ڪرڻ لاءِ تيار ٿئي، بدقسمتيءَ سان ايم - آر - ڊي
انهيءَ لاءِ تيار ڪونه ٿي، ڇوسين ته بابا آزاد خارجه

پاليسي ڪري رکو، نه انهيءَ تي ڇپائون ته ان تي سوچي سگهجي ٿو، اصل ۾ ضرورت انهيءَ ڳالهه جي آهي ته ملڪ ۾ جيڪي به سامراج دشمن تنظيمون موجود آهن، انهن سڀني تنظيمن کي گڏ ڪرڻ جي ضرورت آهي. ملڪ ۾ جيڪڏهن صحيح طريقي سان سامراج دشمن محاذ ٺهي ويو ته، پوءِ آمريڪي اثر جو مقابلو ڪري سگهجي ٿو.

بالادي: آمريڪي اثر کان بچڻ جا اوهان جي نظر ۾ ڪهڙا طريقا آهن؟

ڄام: پهرين ته اسان وٽ قومي جبر جو جيڪو آغاز آهي، اهو ٥٢ ۾ ٿيو، جڏهن آمريڪا سان فوجي ناهه ٿيو، ۽ بعد ۾ ١٩٥٥ع ۾ ون يونٽ ٺهيو، ۽ بنگال ۾ جمهوري حڪومت کي ٽوڙيو ويو، اصل ۾ مسئلو اهو آهي ته آمريڪا پاڪستان ۾ بنگالين جي سجاڳيءَ سبب، سموري پاڪستان کي استعمال نٿو ڪري سگهي، تڏهن هن سموري جمهوري پاڪستان جي مقابلي ۾ ننڍي غير جمهوري پاڪستان ناهڻ لاءِ، جيڪو مارشل لا هيٺ جي لائق هجي، بنگال کي علحده ڪرڻ جي پاليسي ناهي. هن وقت به جڏهن آمريڪا سموري پاڪستان ۾ جمهوريت قتندي ڏٺي، ته پوءِ آمريڪا پاڪستان کي ٽوڙي فقط ڪراچي ۽ بلوچستان جي سامونڊي علائقي کي پنهنجي ڪنٽرول ۾ رکڻ پسند ڪندو. آمريڪا جڏهن پاليسي ناهيندو آهي ته انجي ناهڻ ۾ ڏهه ويهه

سال لڳندا آهن. امانڪي ۽ نوجوانن کي اهو ياد رکڻ گهرجي ته ١٩٩٧ع ۾ هانگ ڪانگ آمريڪي ۽ برطانوي سامراج ڇڏي ويندا، جڏهن چين جي حوالي ٿي ويندو، هنن ان ڳالهه کي به ضرور نظر ۾ رکڻ گهرجي ته، آمريڪا علحدگي پسند وارن تحريڪن کي به استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪري سگهي ٿو، جنهن لاءِ خبردار رهڻ جي ضرورت آهي.

انڪري منظم ٿي حق خود اختياري لاءِ جدوجهد ڪجي، جنهن کان سواءِ ٻيو ڪوبه رستو ڪونهي. بهرحال ان سلسلي ۾ ڪيترا اختلاف هوندي به سائين جي-ايم سيد ۽ ڪنفيڊريشن وارن سان گڏجي، قومي جدوجهد لاءِ اڙي سگهجي ٿو، منهنجو شرط فقط اهو آهي ته اها قومي حقن واري جدوجهد جمهوري جدوجهد جي مخالفت ۾ نه هجي. مثال طور مون سائين جي-ايم سيد جي قومي حقن واري جدوجهد جي مخالفت نه ڪئي آهي، پر جڏهن ته هو ايم-آر-ڊي جمهوري جدوجهد جي مخالفت ڪري ٿو، ته پوءِ اختلاف ضرور اٿم.

مغل: اوهان جو سنڌ جي مسئلن بابت اصولي موقف ڪهڙو آهي، يا سنڌ ۾ به مختلف مڪتب فڪر رکندڙن جهڙوڪ ڪنفيڊريشن ۽ سائين جي-ايم سيد جي موقف بابت ڇا ٿا چئو؟

چام: منهنجي خيال ۾ پاڪستان جون حالتون انتهائي خراب آهن، انجو سبب مون اڳي ٻڌايو ته

هانگ ڪانگ جي وچن بعد ڪراچي ۽ گوادر انجو مرڪز بڻجندو ان ڪري پاڪستان ڪي قومن رضامندي واري يونين بڻجي رهڻو پوندو، جيڪڏهن ائين نه ٿيو ته پوءِ صورتحال ٻي هوندي. ڪنفيڊريشن وارن جو به اهو چوڻ آهي ته، اسين ملڪ ۾ رضاڪارانه طور تي رهون، يا اسان کي علحده ٿيڻ جو حق ملڻ گهرجي، ٻئي طرف سائين جي-ايم سيد ملڪ ٽوڙڻ گهري ٿو، پر مان ملڪ کي قومن جو رضاڪارانه وفاق بڻائڻ جي حمايت ڪريان ٿو، ٻيو ڪو به رستو ڪونهي. مطلب ته سمورا حق ملڻ گهرجن، سنڌ جو اقتدار اعليٰ سنڌ جي ماڻهن کي ملڻ گهرجي، جنهن تي سمورئون ڌريون متفق آهن، فرق فقط اهو آهي ته ڪي حضرات انهي خوش فهمي جو شڪار آهن ته، هو ڪجهه ايڊجسٽمينٽ وسيلي اهي حق حاصل ڪري سگهن ٿا، پر منهنجو اهو چوڻ آهي ته سنڌ جي عوام جي ۽ ٻين قومن جي عوام جي لاڳاپيل ۽ طويل عرصي واري جدوجهد کانسواءِ ڪجهه به حاصل ٿي نه سگهندو. ٻئي طرف اها صورتحال جيڪا ڪڏهن ڪڏهن پيدا ٿئي ٿي ته، جمهوريت جي جدوجهد اسانجي جدوجهد جو هڪ حصو آهي، بلڪل ائين جيئن جمهوريت جي جدوجهد قومي جدوجهد جو هڪ حصو آهي، جيئن قومي حقن جي جدوجهد سماجي تبديلين جو هڪ حصو آهي، جن کي تضاد سان نه ڏسڻ گهرجي.

مدد - سنڌ تي اوچتو جيڪو آباديءَ جو دٻاءُ وڌي

ٿيو، ان کي روڪڻ لاءِ اوهان وٽ ڪهڙو حل آهي؟

جام: سون وٽ ان مسئلي بابت چار حل آهن، هڪ اهو ته ١٩٥٥ع کان پوءِ ايندڙ آباديءَ کان ووٽ جو حق واپس ورتو وڃي، ڪين ڊوميسائل جو حق نه ڏنو وڃي، ڪين هتي داخلا نه ڏني وڃي. ٻيو حل اهو آهي ته لڏ پلاڻ ڪري ايندڙ آبادي کي، جائيداد جي خريداري کان روڪڻ گهرجي. ٽيون حل اهو آهي ته نوڪري ڪندڙ کي لازمي سنڌي ٻولي اچڻ گهرجي، ۽ اهو مقامي رهواسي هجڻ گهرجي، نوڪري لاءِ ۽ ڊوميسائل لاءِ اسانکي پنهنجا شرط سخت ڪرڻا پوندا جيڪڏهن ڪنهنجو ڊوميسائل غلط آهي ته اسانکي فورن واپس ڪرڻ گهرجي. چوٿون حل ورڪ پرمٽ جو آهي، ان بابت حڪومت ايتري ته حساس آهي جو نقط وزير اعلي سنڌ غوث علي شاه اها ڳالهه ڪئي ته، سرحد ۽ پنجاب جي اسيمبلين ۽ اتان جي وڏن وزيرن واءِ گوڙ ڪيو.

مطلب ته سياسي طرح ووٽ جو حق، جائداد وٺڻ جو حق، نوڪري وٺڻ جو حق ۽ ڊوميسائل جي شرطن بابت اسان کي واضح پاليسي ٺاهڻي پوندي.

مدد: اوهانجو مقصد آهي ته ٥٥ع کانپوءِ آيلن کي واپس سندن صوبن ڏانهن موڪليو وڃي؟

جام: انهن کي سندن صوبن ڏانهن واپس موڪلي کين اتي روزگار فراهم ڪرڻ گهرجي.

مدد: قومپرست چون ٿا ته، اسان کي خالص سنڌي سياست ڪرڻ گهرجي، جڏهن ته رسول بخش پليجو چوي ٿو ته، خالص سنڌي سياست جو نعرو هڻڻ جاگيردار ڪلاس کي بچائڻ جو هڪ حربو آهي، اوهين ان بابت ڇاٿا چئو؟

چام: سماجي تبديلي کي روڪڻ لاءِ جيڪڏهن ڪي ڌريون جاگرافيائي تبديليءَ جو نعرو هڻن ٿيون، ته اهو غلط آهي، باقي قومي حقن جو نعرو هڻڻ گهرجي، پر اهو جمهوري ۽ سماجي تبديليءَ جي جدوجهد لازمي حصو هئڻ گهرجي.

مغل: اوهان چئو ٿا ته جيڪي سماجي تبديلي کي روڪڻ جي ڳالهه ڪن ٿا، ڇا اوهان جو اهو اشارو سنڌ ۾ انهيءَ قسم جي ڳالهه ڪندڙ قوتن ڏانهن آهي؟

چام: مون اها عام طرح سان ڳالهه ڪئي آهي، ڪڏهن ڪڏهن سامراج سماجي تبديلي کي روڪڻ واسطي جاگرافيائي تبديلي آڻڻ چاهيندا آهن، منهنجي خيال ۾ قومي حقن جو نعرو ڏيڻ تي ته سڀ متفق آهيون، پر ان کي جيڪڏهن سماجي تبديلي نعري جي مقابلي ۾ جاگرافيائي تبديلي جي ڳالهه ڪرڻ مناسب ڪونهي.

بالادي: اوهين جي. ايم. سيد، عطاءُ الله مينگل، ممتاز ڀٽي، حفيظ پيرزادي جي رول کي، پنجاب جي شاهوڪار جي مقابلي ۾ ڪيئن ٿا ڏسو؟

چام: جيئن ڪنفيڊريشن وارا حق خود ارادیت جي ڳالهہ ڪن ٿا، جيڪا منهنجي ڳالهہ جي ويجهو وڃي ٿي، حالانڪ نہ منهنجي خيال ۾ جي - ايم سيد کي کي مطالبو ڪرڻ جو حق آهي، پر ڪيس اهو ضرور سمجهڻو پوندو تہ، ڪيس اهي حق جنرل ضياءَ الحق ۽ پير پاڳارو ڪونہ ڏيارينداِ، پر انهيءَ لاءِ ڪيس سنڌ جي ساٿين ۾، هارين ۽ مزدورن ۾ ڪم ڪرڻو پوندو، سيد کي پنهنجو اهو نقطہ نظر بدلائڻو پوندو، سيد، کي سرڪاري دائري کان پاسو ڪرڻ گهرجي، قومي حقن جي ڳالهہ ڪندڙ کي، سرويرو جمهوري تحريڪن جي مقابلي ۾ نہ اچڻ گهرجي، بلڪ ان کي پنهنجو حصو سمجهڻ گهرجي.

مغل: سنڌ جي صورتحال بابت تازو رسول بخش پليجي راهوڪيءَ ۾ اها رٿ ڏني هئي تہ سموريون سنڌ دوست تنظيمون، هڪ پليٽ فارم تي گڏ ٿي ڳالهہ ٻولهہ ڪن، جڏهن تہ ٻئي طرف عبدالواحد آريسر انٽرنيشنل ڪميشن قائم ڪرڻ جي رٿ ڏني آهي، اوهين ان بابت ڇا ٿا چئو؟

چام: عملي طرح، جيڪڏهن ڪا انٽرنيشنل ڪميٽي ويهي ٿي، تہ چڱي ڳالهہ آهي، باقي جيتري قدر پليجي صاحب جي ڳالهہ آهي تہ اها ڳالهہ تہ سٺي آهي، پر ان سلسلي ۾ پليجي صاحب اهڙيون تقريرون ڪيون، جيڪي بدقسمتي سان جي-ايم سيد جي خلاف هيون، جڏهن تہ

سيد جو موقف به ضرورت کان وڌيڪ سخت آهي.

مدد: پاڪستان ٺهڻ بعد، شهيد حسن ناصر، سوڀي گيانچندائي، ڪامريڊ محمد حسن عطا، غلام محمد لغاري ۽ ڏيپلائي، ڪان سواءِ اوهين واحد ڪميونسٽ آهيو. اوهين جنهن لاهور جي قلعي ۾ بندي ٿيا آهيو. ته لاهور جي قلعي ۾ اوهان جون محسوسات ڪهڙيون هيون. ڇاڪاڻ ته قلعي جي جن هنڌن تي اوهانکي رکيائون، اتي حسن ناصر به شهيد ٿيو. اوهان ڇا محسوس ڪندا هئا؟

چام: ڪجهه ڏينهن جي خاموشي.... اتي عجيب محسوسات هوندي هئي. تشدد ته مون تي اڳي ئي گهڻو ڪيو ويو هو. ان ڪري تشدد جو ڪوبه ڊپ نه هيم بهرحال اتي انٽروگيشن ضرور ٿيندي هئي. مجموعي طرح مون اهوئي محسوس ڪيو تـه جيڪو رهڻو آهي تـه به عزت سان. ۽ مرڻو آهي ته به عزت سان!

مدد: اوهان کي اوهانجي زال سڪان جي وفات جي خبر ڪڏهن پهتي؟

چام: مون کي جڏهن لاهور واري قلعي جي قيدخاني لاءِ وٺي پئي ويا، تـه اها خبر مونکي هوائي جهاز ۾ پهتي. ان بعد اهو عذاب مون ضرور پوگهيو. پر لاهور جي قلعي ۾ آفيسرن سان مونکي ڪلـي ڳالهائڻو پوندو هو ته مٿان هو سمجهن ته مان حوصلو وڃائي ويٺو آهيان. اها اذيت مونکان ڪڏهن به نه وسرندي.

مدد: اوهين لاهور جي قلعي ۾ ڪيترو وقت بند رهيا؟

چام: سوا چار مهينا!

مدد: ڪامريڊ، لاهور جي قلعي واري جيل جو به هڪ وسيع تاريخي پس منظر آهي، ته هڪ عام جيل ۽ لاهور جي قلعي واري قيدخاني ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

چام - لاهور جي قلعي جي جيل جي ڪنسٽرڪشن ڪجهه عجيب آهي، در عجيب آهي، هر ڪولي جي ٻاهران، رائيفل وارو سپاهي بيٺو هوندو هو، جنهن ڪري قيدي سان ڳالهائڻ جي اجازت نه هوندي هئي، مون ان هنڌ رهي، فخر به محسوس ڪيو هو، ته احساس ذميداري جو به احساس ٿيندو هو.

مدد: لاهور جي قلعي ۾ جڏهن فيض ٥٢ ۾ ٻيهرئون پيرو بند ٿيو هو ته هن سندس زال ڏانهن خط ۾ اهو لکيو هو ته ماڻهو کي اڏروڻي رهڻ گهرجي، جيڪي ڪجهه هو آهي، انهن لفظن ۾ ڪجهه پڇتاءُ آهي، لاهور جي قلعي ۾ پهچڻ بعد، پنهنجي زال جي اکيون جهڙو پڏي، اوهان کي پنهنجي ماضي تي پشيماني ته نه ٿي؟

چام: مون پنهنجي بيان ۾ به لکيو آهي ته ڪاش سگهان، جيڪا حڪومت جي ڪردار کان ته واقف هئي، پر عوام جي طاقت کان به واقف هجي ها!

# جناح اسپتال جو ٢٩ نمبر ڪمرو

## چام ساقي

پئنل

- زين دائود پوٽو
- ف ـ م لاشاري

لاشاري: جيئن ته توهان هڪ انقلابيءَ جي حيثيت سان سڃاتا وڃو ٿا، ۽ انقلابي ماڻهو جي جوڙجڪ جو تاريخ ۾، مخصوص قسم جو ضابطو آهي. في الحال هن استحصالي صورت ۾ توهان جهڙي انقلابي ماڻهوءَ جي پيدا ٿيڻ جو توهان جي ذهن ۾ ڪهڙو ضابطو اچي ٿو؟ ان تي ڪجهه روشني وجهندا.

جام: ان ۾ ٻن ڳالهين چڱو اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. ننڍپڻ ۾ اهڙا مونکي شعر پڙهائيندي هئي، جنهن جي هڪ سٽ ياد اچيم ٿي ته، ”مارئي جهڙي ملڪ ۾ ڪامڻ هوندي ڪانه ڪا“. ٻئي شاعر چيو ته ته ”مارئي جهڙيون ملڪ ۾ سوين لک هزار“. ان جي ٻئي مصرع جو تت هيئن هو ته ”عمرڪوٽ ۾ اها هڪڙي مارئي وئي، جنهن ڪري ان کي پنهن جي ڪردار ثابت ڪرڻ جو موقعو مليو ويو. ٻين کي عمرڪوٽ وڃڻ جو موقعو نه مليو، جو هو پنهنجو ڪردار ثابت ڪري سگهن.“ مارئي هڪ علامت هئي سڄي علائقي جي ماڻهن جي.“ اهو مارئيءَ جو انفرادي ڪردار نه، پر هن سموري علائقي جي اجتماعي ڪردار جي نمائندگي ظاهر ڪري ٿو، منهنجي زندگيءَ جو هڪ

اهم پهلو آهي. ظاهر آهي ته هڪ اهڙي قسم جي ماڻهن، جيڪا پنهنجي ٻار کي اسڪول وڃڻ مهل اهڙي قسم جي شاعري پڙهائي ۽ تربيت ڏئي ۽ ان تربيت، جو منهنجي زندگيءَ تي وڏو اثر پيو. ٻي ڳالهه اها آهي ته مون کان فوج جي سپاهين پڇيو ته ”اسان وٽ اڪيلي هڪ همراه هئو. پنج، ڇهه مهينا فوج جي دال کاڌائين. موشلزم جون ڳالهيون ڪندو هو، پر پوءِ هن کان موشلزم وسري ويو، توهان ڇا ڪندين؟“ مون چيو ته ”سهڻي مهار ڇا ڪيو؟“ ”هير رانجهي ڇا ڪيو؟“ چيائون ”انهن جان ڏئي ڇڏي.“ پڇيو مان ”انهن ڪيئن جان ڏني؟“ چيائون ”عشق ۾ جان ڏئي ڇڏي.“ چيومان ته ”جيڪڏهن هڪ ماڻهو جي عشق ۾ ماڻهو جان ڏئي سگهي ٿو ته، پوءِ جيڪو ماڻهو ملڪ جي لکين، ڪروڙين انسانن سان عشق ڪري ٿو، ان لاءِ ته جان تمام ننڍڙي شيءِ آهي،“ اهڙي عشق ۾ جان ته اها شيءِ آهي جو ”اڇيندي لڄ مران.“ سو جيڪڏهن اهڙي قسم جي سوچ، اهڙي قسم جي محبت پنهنجن ماڻهن سان، وطن سان ڪنهن ماڻهو ۾ پيدا ٿئي ۽ محبت عشق جي حد تائين پهچي وڃي ته پوءِ، ازخود ماڻهو انقلابي ٿئي ٿو. اها ٻي ڳالهه آهي ته ڪيترائي اهڙا ماڻهو هوندا آهن، جن کي شاهي قلعي يا فوجي ڪيمپ وڃڻ جو موقعو نه مليو آهي. ان ۾ انهن جو ته ڏوهه نه ٿيو. بهرحال، انساني ذهن جي اوسر ماحول ۽ حالتن مطابق ٿئي ٿي.

لاشاري: توهان ٻن کان پهرين به جيل ويا هئا ۽ وري هيئنر به نو سال جيل ۾ رهيا، توهانجي باري ۾ اهو واضح ٿي ويو آهي ته توهان تي تمام گهڻو تشدد ڪيو ويو. انجا ڪجهه تفصيل ٻڌائيندا؟

چام: تشدد، جا ڪيترائي قسم آهن. هڪ عام قسم جو تشدد ٿيندو آهي، جيئن وار پٽڻ، مڇون پٽڻ، ٻانهن جا وار پٽڻ، مار ڪيڻ، انجيڪشن هڻڻ، اوجاڳا ڏيڻ ۾ اوجاڳ ڪرڻ ڏيندي، جڏهن ننڊ اچي ته سٽي لڳائي يا سگريٽ جو ڏنڀ ڏيڻ، هتي مزيدار ڳالهه اها آهي ته، جڏهن مڇن جا وار پٽڻ وقت چوندا هئا ته تنهنجي ڏاڙهي ۽ جا وار ان ڪري نٿا پٽيون، ڇو ته اها رسول جي سنت آهي.

لاشاري: جڏهن توهان جيل ۾ هئا ته اڪثر اهي افواه ٻڌڻ ۾ ايندا هئا ته، چام کي ڦاسي اچي ويندي، ان ۾ ڪيتري حقيقت آهي؟

چام: منهنجو ذاتي خيال آهي ته حڪومت طرفان عوام ۾ هراس وجهڻ لاءِ، اهو افواه پکيڙيو ويو هو. ته ته هڪ اهڙو ماڻهو جنهنجي ٿيلهي مان رڳو ڪتاب ۽ پمفليٽ نڪرن، ته ان کي ڦاسي ڏيڻ معنيٰ ماڻهن سان جنگ تصور ڪرڻ آهي. هي ماڻهن سان جهڳڙا ته ڪر ٿا، پر جنگ ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن، ڇاڪاڻ ته اسان وٽ ماڻهن ۾ سر ڏيڻ وارن جو جهترو تعداد آهي، اوترو سرڪار وٽ نه آهي.

ڙبن : ته پوءِ ڇا اهو نفسياتي اثر وڏو ويو هو؟

چام : جي ها، اها انهن نفسياتي جنگ ڪئي ته، جيئن اسان ۽ اسانجي دوستن جا حوصلا خطا ٿي وڃن. توهان ڏسو ته سرڪار پاڻ به بن ٽرين ۾ ورهائي پئي آهي. هڪ آرڊر ڪڍي ٿو ته ٻيو ان کي رد ڪري ٿو. جڏهن اهو ڇيو ويندو هو ته مونکي قاسي اچي ويندي، يا سرڪار ڇوندي هئي ته جيستائين پاڪستان آهي، تيستائين چام کي ڇڏڻ جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي ۽ ماڻ جڏهن اهو ماڻهو آزاد ٿي سگهي ٿو ته انجي معنيٰ ته جيل ڪا وڏي شيءِ نه آهي، ان ڪري اسانجي دوستن جو حوصلو وڌيو آهي ۽ ڪم جي رفتار ۾ تيزي آئي آهي. هن وقت هندستاني فوج جنگي مشقون ڪري پئي ته، جيئن خاص طور پنجاب جي سکن ۽ پاڪستاني عوام تي نفسياتي اثر پوي، نه ته هندستان جنگ ڇيڙڻ پسند نه ڪندو. هتي ته گهوڙن به سچ ڳالهايو آهي. اصغر پنهنجي ڪتاب ”فرسٽ رائونڊ“ ۾ لکيو آهي ۽ يحيٰ انٽرويو ۾ به چيو هو ته ٦٥ واري جنگ جي شروعات اسان ڪئي هئي ۽ ٧١ واري جنگ لاءِ چئي چڪا آهن ته پاڪستان جو فوجي ٽولو، ان وقت بنگالي عوام هٿان شڪست کائي چڪو هو. پر جيڪڏهن بنگالي عوام جي آڏو هٿيار ڦٽا ڪن ها ته مغربي پاڪستان ۾ ڪڏهن به مارشل لا نه لڳي سگهن ها، ڇو ته ماڻهو سوچين ها ته ننڍڙا ڪارڙا بنگالي، جيڪڏهن

هنن کي شڪست ڏئي ويا ته اسين ته وڏا راڪاس لڳا پيا آهيون. هي اسانجي اڳيان ڪهڙي شيءِ آهن. انهيءَ ڪري هنن اولهه ڪان حملو ڪري، اوڀر ۾ انڊيا جي فوج کي گهرايو، ۽ انڊين فوج اڳيان هٿيار ڦٽا ڪياڻون، صرف اهو نفسياتي اثر وجهڻ لاءِ ته نقط انڊين فوج هنن کي شڪست ڏئي سگهي ٿي، پر عوام جي اڳيان اسين شينهن شير آهيون. هونئن به اسانجي فوج جو ڪردار عام طرح برطانيا جي ڏاهيل ”برٽش انڊين آرمي“ وارو آهي. جنڪا ”لا اينڊ آرڊر“ جي بنيادن تي ڏاهي وئي هئي، ۽ ٻئي ملڪ کي فتح ڪرڻ لاءِ نه پر پنهنجي ملڪي دفاع لاءِ ڏاهي وئي هئي.

لاشاري: حڪومت جي نظر ۾ توهان انتهائي خطرناڪ ماڻهو آهيو ۽ انهيءَ سبب ڪري خطرناڪ ماڻهو کي نو سال بند رکيو ويو، ته ڇا توهان واقعي خطرناڪ آهيو ۽ جيڪڏهن آهيو ته ڪنهنجي لاءِ؟

چام: آئون ٽن لحاظن کان خطرناڪ آهيان. هڪڙو انهي لحاظ کان جو ۷۱ واري واقعي ۾ گهڻو ڪري سڀ سياستدان خاموش هئا. تڏهن ان بنگال جي واقعي تي مون احتجاجي جلوس ڪيا ۽ بيان ڏنا. جيئن ته اولهه پاڪستان مان اهو پهريون آواز هو بنگالين تي ظلم خلاف، ان ڪري پيڪنگ ۽ پاڪستان جي ريڊيو کان سواءِ، دنيا جي سڀني ريڊيو اسٽيشنن ان کي نشر ڪيو. ٻيو ان ڪري خطرناڪ آهيان جو ۷۷ ۾ هنن

سيني سياستدانن کي پلائي پي - اين - اي ٺاهي وٺا. مون ان وقت گهڻو ڏي چيو تہ ان پي - اين - اي جي پويان مارشل لا آهي، سامراج آهي، ان ڪري ان کان پرهيز ڪريو. اهڙي طرح هنن جو چوڻ آهي تہ اسين سيني کي بيوقوف بنائي وياسين، پر هن کي بيوقوف نہ بنائي سگهياسين نہ خريد ڪري سگهياسين. ليون ان لحاظ کان خطرناڪ آهيان، جو منهنجو جڏهن فوجي ڪورٽ ۾ ڪيس هليو تہ پاڪستان جا چوٽي جا سڀ سياستدان منهنجي بچاءَ لاءِ بيان ڏيڻ آيا. ان ڪري هنن جو خيال آهي تہ هي جنهن بہ سياستدان وٽ هلي ويندو، اهو هن کي انڪار نہ ڪري سگهندو. هي سيني کي گڏ ويهاري سگهي ٿو. جڏهن تہ اسين سيني سياستدانن کي ويڙهائيندا وتندا آهيون. تہ ان لحاظ کان بہ آئون خطرناڪ آهيان.

زين: توهانجو واسطو پورهيت انقلابي پارٽي سان آهي، جڏهن تہ پاڪستان ۾ ان پارٽي تي بندش آهي تہ پوءِ توهان ڪهڙي پليٽ فارم تان پنهنجي جدوجهد جاري رکندا؟

چام: سنڌ هاري ڪميٽي تان، چو تہ سنڌ هاري ڪميٽي جي ورڪنگ ڪميٽي جو ميمبر پڻ آهيان.

زين: سنڌ هاري ڪميٽي جي ڪم جو دائرو تہ سنڌ تائين محدود آهي. ان کي ملڪ گير بنائڻ لاءِ ڪهڙو طريقہ ڪار اختيار ڪندا؟

چام: آڈون ترقي پسند، جمهوريت پسند جي حيثيت سان، ملڪ جي ڪنهن به سياستدان سان، ملڪ جي ڪنهن به صوبي ۾ ڳالهائي سگهان ٿو، ۽ مظلوم طبقن جي نمائندي جي حيثيت سان، جيڪڏهن آڏون لاهور ويندس ته اتي آڏون اڏين نه چوندس ته ڪو آڏون سنڌ مان توهانجي لاءِ، امن جو پيغام يا بندوق جو پيغام يا ڪهاڙي جو پيغام کڻي آيو آهيان، پر اتي آڏون اهو چوندس، ته توهان جڏهن منهنجي لاءِ ميٺهن پونڊي جلوس ڪڍيو ٿي، ته نوابپور جي عورتن لاءِ توهان ڇو نه جلوس ڪڍيو. اوڪاڙي ۾ عورتن کي ننگو ڪري جلوس ڪڍيو ويو، ان وقت توهان ڇو نه ڪڇيا. انجو مقصد ته حڪومت جو ڪوبه ڇمچو جيڪڏهن ڪو غلط ڪم ڪري ته، توهان ان تي ڪوبه احتجاج نه ڪندا. توهان هتي پنجاب ۾ ايترا ڪارخانا ڇو نه ٿا لڳايو جو هتي جي ماڻهن کي هتي ئي روزگار ملي سگهي ۽ ماڻهو ٻين صوبن ۾ در بدر نه ٿين. مونکي ذاتي طرح خبر آهي ته، جيڪڏهن ڪنهن کي هتي ۶۰۰ رپيا ماهوار ملن ٿا، پر ان کي جيڪڏهن جهلم يا فيصل آباد ۾ ۵۰۰ روپيا ماهوار ملن، ته اهو هتي اچڻ لاءِ تيار نه ٿيندو. سو، ملڪ جي مظلوم طبقن لاءِ آڏون ڪنهن طريقه ڪار سان ملڪ جي سڀني ماڻهن تائين پيغام پهچائي سگهان ٿو. انهن لاءِ سڄي ملڪ ۾ ڪم ڪري سگهان ٿو.

لاشاري: ڏاڍي سان ويڙهه جي باوجود به توهان ڏاڍو

مطمئن لڳو ٿا. توهان ان اطمينان جي وضاحت ڪندا؟

چام: مونکي اڪوڻي حڪومت ڇهو هو ته، ته جڏهن مان ڪري ويهي رهان ته، اهين به نوڪري وساري ڇڏيون، پر مون ڇهو ته آئون مان نه ٿو ڪري سگهان. باقي اهو ٿي سگهي ٿو ته، توهان مونکي ڇهه مهينا آزادي سان ڪم ڪرڻ ڏيو، ان کان پوءِ ٢ سال جيل موڪلي ڇڏيو، وري ڇهه مهينا ڇڏي ۽ ٻه سال وري جيل موڪليو. پر انهن ڇهو ته ڇهه مهينا تنهنجي ڪم ڪرڻ کان پوءِ ماڻهن کي خبر پئجي ويندي ته استحصالي قوتون ڪهڙيون آهن. پوءِ ته نوڪي پڪڙڻ محال ٿي پوندو. هينئر به دوست چون ٿا ته توکي ڇهن مهينن کان پوءِ وري اندر ڪيو ويندو. آئون مطمئن ان ڪري آهيان، جو مونکي سچي پچي به ڇهه مهينا ڪم ڪرڻ جي موڪل ڏني وئي ته پوءِ گهڻو ڪجهه ٿي سگهي ٿو.

زين: پاڪستان جي ٻن صوبن سنڌ ۽ پنجاب ۾ نيم جاگيرداري ۽ نيم سرمائيداري سماج آهي. جڏهن ته بلوچستان ۽ سرحد ۾ قبيلائي نظام آهي، اتي اڃا ماڻهو قوم جي سيڪيولر پراسيس مان به ڪونه گذريا آهن. ان حالت ۾ پاڪستان جي مجموعي سماج تي توهان جو ڪهڙو تجزيو آهي؟ ۽ ٻيو ته سنڌ، پنجاب ۽ سرحد بلوچستان ۾ مختلف سماج هئڻ ڪري پورهيتن جون نوعيتون مختلف آهن. اهڙين مختلف نوعيتن ۾ توهان

جو طريقہ ڪار ڪهڙو هوندو؟

چام: پاڪستان جي مجموعي سماج ۾ باقيات سڀئي سماجن جون آهن. جاگيرداري جون آهن، سرمائيداري جون آهن قبيلائي نظام جون آهن. پر منهنجي ذاتي راءِ مطابق حاوي سرشتو، سرمائيداري ٿي چڪو آهي. ان لاءِ مون پنهنجن دوستن کي به چيو آهي ته انگ اکر گڏ ڪن. سرمائيداري سرشتو حاوي ان ڪري ٿي چڪو آهي، جو اتي هاري جنس جي بدران زر جو رواج ٿي چڪو آهي.

زين: ته پوءِ معروضي حالتن مطابق توهان ڪهڙي انقلاب جي ڳالهه ٿا ڪريو؟

چام: قومي جمهوري انقلاب جي.

زين: پاڪستان جون ٥٠ سيڪڙو صنعتون سنڌ ۾ آهن، پر انهن صنعتن ۾ اڪثريت غير مقامي مزدورن جي آهي. جنهنڪري سنڌ جو تاريخي تخليقي عمل به سست ٿي ويو آهي. ان ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته اهو مزدور جڏهن پنهنجي علائقي ۾ هوندو آهي ته مظلوم هوندو آهي، پر جڏهن هو هتي اچي ٿو ته ان جي ڪرداري نوعيت مختلف ٿي وڃي ٿي. هونئن مزدور انقلاب جي محرڪ قوت هوندا آهن. پر غير مقامي مزدور ۽ انهن جون يونينون اڪثر سياسي مسئلن تي گهٽ ۽ پنهنجي ذاتي معاشي مسئلن تي وڌيڪ ڌيان ڏينديون آهن. پوءِ ته هاري به مزدور سان ملي انقلاب

۾ اهم رول ادا ڪري ٿو. پر غير مقامي مزدور جي پيٽ ۾ لهه، وچڙ ڪندٽ هوندي آهي. ٿيون ته پي-اين-اي جي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتن ۽ ايم - آر - ڊي جي پڻهي تحريڪن ۾ خاموش تماشائي بڻجي ويٺو ڪري، هتي جي مزدور جو ڪردار واضح آهي. ان حالت ۾ هي مزدور توهان سان انقلابي جدوجهد ۾ ڪيتري حد تائين هلي سگهي ٿو؟

چام: پاڻ سڄي دنيا ۾ ان ڳالهه کي ترجيح ڏيندا آهيون ته مزدور جتي به پرني ٿئي، اتي مقامي مزدور پرني ٿئي، پر توهان سرمائيدار کي ڇا ٿا سمجهو؟ ڪوبه سنڌي سرمائيدار، جڏهن ڪو ڪارخانو ٿو هڻي ته انجي اها مرضي هوندي آهي ته، هو ٺيڪي تي ٻئي صوبي مان مزدور گهرائي. انجا به سبب آهن هڪ ته ٻاهران آيل مزدور بک مرڻ جي ڊپ کان هڙتال کي ڊگهو نه ٿو ڪري سگهي. پر انجي پيٽ ۾ مقامي مزدور ڊگهي هڙتال ڪري سگهي ٿو، ۽ سرمائيدار ان ڳالهه کي به سمجهي ٿو ته، جيڪڏهن مقامي مزدور رکنداسين ته هاري ۽ مزدور جو اتحاد جلدي پيدا ٿي ويندو، ۽ جيڪڏهن انهن ٻنهي قوتن جو اتحاد ٿي ويو ته، صورتحال نازڪ ٿي ويندي، ان ڪري هر ممڪن طور سرمائيدار ٻاهران مزدور آڻي ٿو. ان لاءِ اسان کي هلندڙ، ورثي ۾ مليل حالتن تحت ڪم ڪرڻو پوندو. مزدور جيئن آهي، ان مزدور کي متحد ڪري، ان جي ڏي بنياد تي، آواز اٿارڻو

پوندو، جيئن اسان کي قومي حق به ملن ۽ مقامي مزدور به پرتي ٿين ۽ اهڙا واقعا ٿيا به آهن. ۱۹۶۹ع ۾ حيدرآباد جي مزدورن طرفان ڪوٺايل اجلاس ۾ مون واضح ڪيو هو ته، توهان مزدور انقلاب جا امام آهيو، ۽ انقلاب ۾ هاري جو اتحاد ضروري آهي. ڇو ته شهر رکو جلوس ڪڍي سگهو ٿا، پر وڙهه لاءِ هاريءَ جو اتحاد ضروري آهي، جيئن ته هاري اڻپڙهيل هوندو آهي، ان ڪري انقلاب جو فلسفو پهچائڻ جو ڪم توهانجو آهي، تنهنڪري توهان کي مقامي هاري جي ٻولي، جيڪا هتي جي سنڌي ٻولي آهي، اها پڙهڻي ۽ سکڻي پوندي، جيئن ان کي سنڌس ٻولي ۾ انقلاب جو فلسفو سمجهائي سگهو ۽ اها قرار داد منظور ٿي هئي.

باقي اسان ته کو "محافظانِ ملت" قسم جا ماڻهو آهيون ته ڪي لازماً علحدگي پسند ماڻهو آهيون. سڄي دنيا ۾ ڪٿي به ڪامريڊن ڪنهن ملڪ کي نه ٽوڙيو آهي ۽ نه ئي سڄي دنيا ۾ ڪٿي ڪامريڊن ڪنهن ملڪ کي قائم رکڻ جي به ڪوشش ڪئي آهي، جيڪڏهن اهو سرمائيدار ملڪ آهي ته اسان کي خوشي ٿيندي ته، اسانجا قومي حق، اسان کي شرافت سان بنا نقصان، بنا ملڪ ٽوڙڻ جي ملي وڃن، پر جيڪڏهن اها صورتحال نه ٿي پيدا ٿئي، ته پوءِ مجبوري آهي.

لاشاري: ته پوءِ هاڻي توهانجون سياسي اوليتون ڇا هونديون؟

چام: پاڪستان ۾ هن وقت فوج جو راڄ آهي، ان فوجي ٽولي ذريعي، جنهن ۾ سڄي فوج شامل ناهي، آمريڪي سامراج جو هن ملڪ تي راڄ آهي. ان ڪري اسانجي ملڪ مان فوجي راڄ مان جان ڇڏائڻ معنيٰ ته، آمريڪي سامراج مان جان ڇڏائڻ آهي. اهڙيءَ طرح اسانجون سياسي اوليتون اهي هونديون ته، فوجي ٽولي مان جان ڇڏائجي، آمريڪي سامراج مان جان ڇڏائجي، قومي حقن جي پورڻواري، زرعي سڌارا آڻڻ، اهي مسئلا اسانجي اهم ترين ايجنڊا ۾ شامل آهن.

زين: قومي جمهوري انقلاب ۾ قومي بورزوا طبقو توهان سان ڪيتري حد تائين هلي سگهي ٿو؟

چام: قومي بورزوا، جنهن کي اسين ننڍو سرمائيدار چئون ٿا، اسان سان گڏ هلي سگهي ٿو، بشرطيڪ هن جو اهو پڪو لڳي ته، هو فوجي غلبي ۽ وڏن سرمايه دارن جي هٿ ڪان بچي سگهندو. هڪ هٿيون، ننڍن ڪاروبارن کي ڳڙڪائي وڃن ٿيون - بهرحال، سرمائيدار طبقو، اسانجو ساٿ ڏئي سگهي ٿو، بشرطيڪ ان تائين اسان پنهنجي ڳالهه پهچائڻ ۽ سمجهائڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهون.

لاشاري: قومي سرمائيدار جيڪو پنهنجي اظهار يا پنهنجي آزاد حيثيت نٿو رکي، هو هر صورت ۾ سرڪاري ايجنسين تي انحصار ڪري ٿو. جڏهن هو معاشي طور تي آزاد قوت نه آهي نه سياسي طرح آزاد

قوت ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟

چام: معاشي طور آزاد قوت نہ هئڻ جي باوجود، هو هڪ اهڙو طبقو آهي، جنهن جو مفاد ان ۾ آهي تہ هڪ هتي موجود نہ هجي. نوڪر شاهيءَ جي پنجوڙ ڪان هو آزاد رهي. تقريبن سڄي ٽين دنيا ۾، جتي فوج قبضو ڪيو آهي، اتي اهائي ڪشمڪش جاري آهي.

لاشاري: ان حوالي سان هڪ ٻي ڳالهہ ٿي پيدا ٿئي تہ، جيڪا ڪاٻي ڌر جي سياست آهي، اها فيصلہ ڪن قوت ٿي نہ سگهي آهي، جاڪاڻ تہ شروع ڪان وٺي فقط ٽريڊ يونين تي گهڻو۔گهڻو ڌيان ڌنو ويو هئو، عوام کي ٽريڊ يونين جي بنيادن تي منظم نہ ڪيو ويو، يعني تہ عوام جا جيڪي پنهنجا مسئلا آهن، انهن کي سياست ۾ نہ آندو ويو، ۽ ان جي نتيجي ۾ اڄ جيڪا سياست پيدا ٿي آهي، اها عوام کان متاثري آهي ان تي توهان جي ڪهڙي راء آهي؟

چام: هاري ڪميٽي تمام وڏي تنظيم هئي. ذري کهڻ ڦوٽ ڦوٽ ۾ ان جون شاخون هيون. ٻر ون يونٽ ٽهڻ سان هاري ڪميٽي جو ڌيان سڄو ڦري ون يونٽ ڏانهن هليو ويو. ٻي طرف ڪاٻي ڌر نيشنل عوامي پارٽيءَ جو بہ اينٽي ون يونٽ ٽهڻ ڪري، سڄو لاڙو قومي سوال ڏانهن موٽ کائي ويو. ان کان پوء ١٩٥٤ع ۾ پارٽي تي پابندي پئجي وئي، جنهن جي ڪري ڪي همراه ڇڙوڇڙ ٿي ويهي رهيا يا خاموش ٿي ويا. ڪجهہ وقت

بعد، وري ڪجھ، همراھن ڳالھائڻ شروع ڪيو. بھرحال طبقاتي سياست اڳيرو ٿئي ٿي، مسئلا سڌا ٿي سگھن ٿا.

لاشاري: اوهان چڱي ڳالھ ڪئي ته طبقاتي سياست ٿيڻ گھرجي. هاڻي طبقاتي سياست ڏي ھيٺين طبقن لاءِ هڪ آخري ڇوٽڪارو آهي. ان لاءِ توهان ڪھڙا اپاءَ سوچيا آهن يا وٺو پيا؟

چام: ان لاءِ مزدورن کي، هارين کي، جتي ڪٿي منظم ڪرڻ گھرجي. ان لاءِ جيتري ڪوشش وڌائيندا سين، اوترو اسين ايم-آر-ڊي جي سياست کي، سڄي ملڪ جي سياست کي، سياسي بورجوازي ليڊرن جي سياست کي سڌي رستي تي رکي سگھنداسين.

معاشرو ۽ حڪومت هڪ ڪورينڈي جي چار وانگر ٿيندو آهي. آئون دوستن کي به مثال ڏيندو آهيان ته، معاشرو جڏهن صوبيدار جي حيثيت ۾ توهان وٽ اچي ٿو ته، توهان ان کي منهن ڏئي وڃو ٿا، پر اهو جڏهن پيءُ جي طعني جي حيثيت ۾، يا ماءُ جي اوڙهي جي شڪل ۾ اچي ٿو ته ڪم مشڪل ٿيو پوي. سو معاشري اندر اهڙي قسم جون سوين رسمون، ريتون آهن، جيڪي انقلابي سياست کان روڪڻ جي ڪوشش ڪن ٿيون. اهي معاشري جي غلاميءَ جون زنجيرون اسان جي چوطرف سڄي ملڪ ۾ ڦھليل آهن. ان حالت ۾ اسان جنهن به زنجير کي ٽوڙيو ته چڱو اسان معاشري جي غلامي جي زنجيرن کي ڪمزور ڪيو. ان ڪري

هارين جيڪڏهن طبقاتي سياست ۾ ”اڌ بٽائيءَ جو حق“ مڃايو ته، سماجي طرح سان، اهي ڪجهه نه ڪجهه معاشري کي اڳتي وڌي ويا. سيني کان وڏي زنجير هڪڙي سرڪار آهي. اسين رڳو، ان هڪڙي زنجير کي ڇڪي ڇڪي ٻيهنداسون ته، اها شايد اُنهن آساني سان نه ڇڄي سگهي، پر انجا جيڪي سيئي پاسا آهن، جيڪي انکي سهارو ڏئي بيٺا آهن، جيڪي زنجير جون ڪڙيون آهن، انهن کي اول ٽوڙڻ جي ضرورت آهي. جيڪڏهن مزدور سيئي ڪارخانن ۾ اُنهن ٽي سيئين جي هٿان پيڙيا رهيا يا ٺيڪن تي ڪم ڪندا رهيا، يا مقامي مزدور کي رکيوئي نه وڃي، ته جيئن هاري ۽ مزدور جو اتحاد ٿي نه سگهي ته اهڙي حالت ۾ ايم-آر-ڊي جيڪڏهن ٻارنهن ڏي مهينا جدوجهد جاري رکندي ته به ڪجهه نٿو ٿي سگهي، پر انهن سيني ننڍين ننڍين ڪڙين کي ڳنڍي ترتيب ڏينداسين، تڏهن ٿي وڃي، اسين مستقل مارشللا سان نجات حاصل ڪنداسين.

زين: طبقاتي جدوجهد لاءِ ٻين پارٽين سان اتحاد جي لاءِ توهان ڪيتري حد تائين متفق آهيو؟

چام: اسان ايم - آر - ڊي کي ٽوڙڻ نه ٿا چاهيون، پر ايم - آر - ڊي کي وڌيڪ مضبوط ۽ سرگرم ڪرڻ ٿا چاهيون، پر ڪابي ڏر جيڪا ايم - آر - ڊي کان ٻاهر آهي، ان کي به اسين ڳنڍڻ ٿا چاهيون، ايم - آر - ڊي سان به ڳنڍڻ ٿا چاهيون ته پاڻ سان به ڳنڍڻ ٿا چاهيون. ڪابي

ڏر جي جمهوري قوتن جو هڪڙو اهڙو مرڪز تيار ٿيڻ گهرجي. ان لاءِ ايم-آر-ڊي کان ٻاهر به جيڪي دوست آهن، جدوجهد به ڪن ٿا. جيئن وطن دوست وارا اهڙي قسم جي پارٽين کي، اسان جيترو ويجهو آڻينداسين، اوترو سرڪار کي ڪمزور ڪنداسين.

لاشاري: ڪجهه وقت اڳي وطن دوست ۽ سي پي پي جي انضمام جون جيڪي ڳالهيون هليون هيون، انهن ۾ ڪيتري پيش رفت ٿي آهي؟

چام: انهن ۾ پيش رفت جيڪا ٿي آهي. ان مان آئون مطمئن نه آهيان، ڇو ته انجي رفتار سست آهي، پر هاڻي ڇا ڪجي سڀ ڳالهيون پنهنجي وس ۾ نه هونديون آهن. ان ڪري جيڪا رفتار آهي، اها قبول ڪرڻي پوندي، پر اهو سلسلو اڃا جاري آهي.

زين: ڇا جيئي سنڌ جهڙي قوم پرست تنظيم سان اتحاد لاءِ توهان وٽ گنجائش آهي؟

چام: جيئي سنڌ تحريڪ ۾ ٻه، الڳ الڳ سوچون آهن. هڪڙا مخلص قوم پرست آهن، سامراج دشمن آهن ۽ ماڻهن تائين پيغام پهچائڻ چاهين ٿا. ٻيو اهو ڌڙو آهي جيڪو ڪلاشنڪوف جي زور تي داداگيري ڪري ٿو، اهو حقيقي جيئي سنڌ جو ڌڙو ناهي ۽ سنڌ جو نالو استعمال ڪري ذاتي فائدا وٺي گهري ٿو. پهريون ڌڙو اسانجو دوست ۽ اتحادي آهي.

زين: ايم-آر-ڊي جون جيڪي ٻه تحريڪون هليون

انهن جا ڪهڙا مثبت ۽ منفي اثر پيا آهن، ملڪي سياست تي؟

چام: انهن جا منفي اثر ته پيدائي ڪونه آهن، گهٽ ۾ گهٽ ٨٣ جي تحريڪ ۾ ڪوبہ منفي اثر نہ پيو آهي، رڳو مثبت اثر پيا آهن، ٻهراڙيءَ جا ماڻهو پهريون دفعو رستن تي نڪري آيا، پهريون دفعو انهن مقابلا ڪيا. اهو گهٽ ۾ گهٽ ايشيا جو هڪ واحد مثال آهي، ان تحريڪ ماڻهن کي ان ڳالهہ ۾ بہ اڳيرو ڪيو تہ، ڪنهن وڏيري جي اڳوائيءَ کانسواءِ سياسي سببن جي ڪري، گڏ ٿي اسان جدوجهد ڪريون. باقي ان ۾ ٿوري ڪمي ضرور هئي. ان ۾ معاشي پروگرام جي ڪمي هئي. ان ۾ تنظيم جي ڪمي هئي، پر اهي خاميون سڀ ننڍيون ڳالهيون آهن، انهيءَ جي ڪري، اسان جي سنڌ جو ماڻهو، ٻئي ڪنهن صوبي ۾ وڃي ٿو تہ ان کي تمام گهڻي عزت ملي ٿي. اها عزت ان ماڻهو جي انفرادي نہ پر ٨٣ جي تحريڪ جي ڪري عزت اٿس جو هتي جي ماڻهن وڙهي ڏيکاريو، ۽ هو وڙهي سگهن ٿا. اها سموري قومي عزت آهي.

زين: اهو تہ ٿيو ٨٣ جي تحريڪ جي باري ۾ ٨٦ جي تحريڪ بابت اوهانجي ڇا راءِ آهي؟

چام: ٨٦ جي تحريڪ ۾ حڪومت چال هلي هئي. ٿيو هيئن جو تحريڪ هلڻي هئي، ٢٠ سيپٽمبر کان ۽ حڪومت ١٤ آگسٽ تي سڀني سياسي اڳواڻن کي

گرفتار ڪري ورتو. ان ڪري ماڻهن ايجيٽيشن شروع ڪري ڏني ۽ جڏهن اها ايجيٽيشن تيز ٿي ته حڪومت انهن سياسي اڳواڻن کي ڇڏي ڏنو. نتيجي ۾ ماڻهو سياسي قيدين جي آزاديءَ کي پنهنجي ڪاميابي سمجهي مطمئن ٿي ويا.

زين: هينئر جيڪي هنگاما ٿيا هئا ته ڪو سنڌ ۾، پر ملڪ جي ٻين صوبن ۾ به ٿيا آهن. توهان ڇا ٿا سمجهو ته انهن جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟

چام: اهي حڪومت طرفان منصوبا بندي تحت ڪرايا ويا. ان لاءِ جو سابق امريڪي صدر جمي ڪارٽر آمريڪي وزير دفاع، آمريڪي ايئر چيف، آمريڪي ريپڊ ڊپلائيمينٽ فورس جو سي اين سي جنرل ڪرسٽ پنهنجن ٧٥ اسٽينڊڪس سان، اسلام آباد جي دوري تي آيل هئا، ۽ انهن دورن کي لڪائڻ لاءِ، ۽ ان سان گڏ سڄي ملڪ جي جمهوري تحريڪ کي نقصان پهچائڻ لاءِ، اهي جهيڙا ڪرايا ويا. ان کان علاوه انهن جهيڙن جي دوران ڪراچي جو ساري پور هوائي اڏو آمريڪن جي حوالي ڪيو ويو ۽ بلوچستان ۾ آمريڪي جنگي جهازن جي استعمال لاءِ ڏاهيل ٢٢ رن وي، آمريڪا جي حوالي ڪيا ويا ۽ حڪومت ماڻهن کي جهيڙن ۾ لڳائي انهن ڳالهين تان ماڻهن جو ڌيان هٽائڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي.

زين: توهان جي راءِ مطابق مهاجر قومي مووميٽ

جا ڪھڙا محرڪ ٿي سگھن ٿا؟

جام: مون وٽ الطاف حسين وارا آيا هئا. چيائون ته اسين اردو صوبي جي ڳالهه نٿا ڪريون، اسان کي صرف قوميت تسليم ڪيو وڃي، پر مون چيو ته توهان يا ته سنڌي قوم جو حصو آهيو يا توهان ثقافتي اقليت آهيو. ٻي صورت مون کي قبول ڪانه آهي. چيو ته جيڪڏهن اهڙي صورت پيدا ٿي ته قوميت کي سياسي صوبو به کپندو. هنن چيو ته اسان رڳو نعرو هنيو آهي، جماعت اسلامي ۽ جمعيت علماء پاڪستان جي غلبي کي ختم ڪرڻ لاءِ. اسان کي سائين جي - ايم سيد به تسليم ڪري ٿو ۽ مون خود به هڪ دفعو سائين کان پڇيو هو ته توهان هنن کي قوميت ڇو ٿا تسليم ڪريو. چيائين ته جڏهن هو اسانکي قوميت تسليم ڪن ٿا ته، اسانکي هنن کي قوميت تسليم ڪرڻ ۾ ڪهڙو حرج آهي. مون چيو ته اسان کي ڪير به تسليم نه ڪري، ته به اسان قوم آهيون. سو، مونکي ڏاڍي تڪليف ٿئي ٿي، انهن کي قوميت تسليم ڪندي. ها، انهن جا جيڪي مسئلا آهن. آئون چاهيندس ته، انهن جا دور ٿين، بحيثيت ثقافتي اقليت جي يا بحيثيت سنڌي قوم جي حصي جي ضروري آهي. ان ۾ بحيثيت سنڌي قوم جي همراهه وري ڪوٽا سسٽم جو مسئلو ڪڍندا آهن. حقيقت ۾ ڳالهه هيئن آهي ته شهر ٻهراڙين جي تضاد کي روڪڻ لاءِ ٻهراڙين کي ڪجهه سهوليتون ڏنيون

ويندڙيون آهن. اها ڪا به مهرباني نه هوندي آهي، پر سرمائيدار ملڪن ۾ ان تضاد کي روڪڻ لاءِ ائين ڪيو ويندو آهي. اها حقيقت ۾ چال هوندي آهي. ان لاءِ ڪونا سسٽم تي ڏاهه ڪرڻ جي ڪا به ضرورت نه آهي. باقي جيڪي پيا مسئلا آهن، جن ۾ مادري زبان ۾ تعليم آهي، اسان حل ڪرڻ لاءِ تيار آهيون.

لاشار: هينئر جيڪو ڪنفيڊريشن جو نعرو لڳو آهي ان جا توهان کي ڪهڙا محرڪ نظر اچن ٿا؟

چام: اها ڳالهه ڏاڍي اهم ٿيندي آهي ته اها ڳالهه ڪري ڪير ٿو؟ اسان جا هي دوست ڪجهه قربانيون ڏئي، اهو تسليم ڪرائين ته هي ڪنفيڊريشن جي سلسلي ۾ ڪيترو سنجيده آهن. ڪيترو اڳتي هلي سگهن ٿا، ته پوءِ اسان جو انهن دوستن سان تعاون ٿي سگهي ٿو. هي دوست نه ٧٣ جي آئين جا خالق آهن، جنهن ۾ صوبائي خودمختيار نه آهي. باقي، دنيا جي هر سوشلسٽ ملڪ ۾ علحدگي جو حق آهي ۽ ڪو به ترقي پسند ان حق کي لازمي قرار ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهي. ان حق کان سواءِ قومي حق مڪمل نه هوندا آهن.

زين: ته ڇا ٧٣ جي آئين جي بحالي واري مطالبي ۾ توهان شامل نه آهيو؟

چام: ٧٣ جي آئين جي، اسان تڏهن ئي مخالفت ڪئي هئي. اسان چيو هو ته ان ۾ صوبائي خود مختيار ڪانه آهي، ان ۾ ڪارا قانون آهن. ان ۾ ڏهه ڪ نموني

جي پارلياماني جمهوريت نہ آهي. هاڻي به ٧٣ جي آئين جي باري ۾ بنيادي جذبات مختلف نہ آهن، پر اسان کنهن به احمق جنرل کي، اهو حق نہ ڏينداسين تہ، ان آئين کي اڇي ڦاڙي، جنهن کي هڪ چونڊيل سنڌيءَ ڏاهيو هو، پوءِ اڄ چونڊيل ٿي سهي. ڇو تہ حقيقت ۾ هي حزب اختلاف ۾ وهڻ لاءِ ويٺا هئا. صرف عوامي ليگ ٿي چونڊ کٽي آئي، هتي حڪومت ڪرڻ لاءِ آئين ڏاهڻ لاءِ.

زين: ٧٣ جي آئين تي تہ، نعپ جي ليڊرن جون بہ صحيحون آهن؟

چام: عام طرح سان جڏهن ٧٣ جو آئين ڏهيو پئي تہ، ملڪ جون سموريون پارٽيون، ان تي صحيح ڪرڻ لاءِ تيار هيون، صرف نعپ تيار ڪانہ هئي، ان کي صحيح ڪرائڻ لاءِ پٿي صاحب، سائين جي-ايم-سيد کي گهرايو هو، ۽ سائين، انٽرڪانٽيننٽل ۾ اچي ترسيو هو. اتي بلوچ ۽ پٺاڻ ليڊرن کي چيائين تہ توهان ان تي صحيح ڪريو. هاڻي پلي چون تہ اسين ١٩٧١ع کان مخالف هئاسين پر اهو نڪاح، سائين جي-ايم سيد پاڻ پڙهايو هو.

لاشاري: نعپ جي ڳالهہ تان تا اچون، تہ عوامي نيشنل پارٽي جو ذهن، نعپ جي ٻيهر بحالي آهي ۽ پورهيت پارٽي جو ان پليٽ فارم تان ڪم ائين ٿو لڳي، جهڙو پبلڪ رليشننگ (سياسي لڪ لاڳاپن جو وهنوار) ڪرڻ. انقلاب آڻڻ واري ڪم بابت ڇا ٿيندو؟

چام: اها حقيقت آهي ته، نعپ جي ٻيهر بحالي آهي، پر هڪ گڏيل پليٽ فارم جي ضرورت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي، جيستائين بنيادي ڪم جو تعلق آهي ته اهو ٿيندو رهيو آهي ۽ اڃا به بهتر نموني ٿيندو.

لاشاري: توهان تي اڪثر اها تنقيد ٿيندي رهي ته قومي سوال تي توهانجو رويو مبهم رهيو آهي. ٨٣ جي ايم - آر - ڊي تحريڪ کان پوءِ قومي سوال تي اوهانجو موقف وڌيڪ واضح ٿيو آهي. انهيءَ اصلاح يا تنقيد جي حوالي سان توهان ڇا چوندا؟

چام: اها پروپيگنڊا آهي. قومي سوال تي اسانجو موقف شروع کان ساڳيوئي رهيو آهي. ٨٣ جي تحريڪ ۾ به ساڳيو موقف هو ۽ هينئر به ساڳيو موقف آهي. پاڻ اهڙا دوست، جيڪي قومي مسئلي کي حد کان وڌيڪ ڪڻندا هئا، اهي اسانجي ويجهو آيا آهن.

زين: رڳو آهي دوست توهانجي ويجهو آيا آهن، يا توهان ۾ به نرمي آئي آهي؟

چام: نرمي واري ڳالهه هتي نامناسب آهي. اسان ١٩٥٧ع ۾ دادا فيروزالدين جو لکيل ڪتاب ”پاڪستان ۾ قومي زبانون ڪا مسئلا“ ڇاپيو هو، جنهن ۾ پاڪستان کي پنجن قوميتن جو ملڪ ۽ سمورين ٻولين کي قومي ٻوليون تسليم ڪرڻ جي گهر ڪئي هئي. اهو ڪتاب اسان جي موقف جو واضح ثبوت آهي. هن ڪتاب جو سائين جي - ايم سيد پڻ ترجمو ڪرائي

ڇڏرايو هو.

لاشاري: پاڪستاني سرحدن لڳ پارٽي فوجن جي گڏ ٿيڻ ڪري، هن ملڪ ۾ نفسياتي صورتحال پيدا ٿي پئي آهي. ان حالت جي ڪارڻ ۽ پس منظر تي روشني وجهندا؟

چام: هندستان طرفان فوجي مشقون خاص طور پنجاب ۾ ڪيون وڃن پيون. ان مان صاف ظاهر آهي ته هندستان پاڪستان لاءِ سڪ سوال تي نفسياتي دٻاءُ وڌائي رهيو آهي. ٻيو مسئلو اهو آهي ته پارت جو سوويت يونين سان ويهن سالن جو معاهدو آهي ۽ افغانستان ۽ سوويت يونين جو به پاڻ ۾ ويهن سالن جو معاهدو آهي. پاڪستان جيڪڏهن آمريڪا کي ڇڏي فقط پنهنجي مفاد کي نظر ۾ رکي ته، افغان مسئلو هڪ ڏينهن ۾ حل ٿي سگهي ٿو. رڳو افغان پاچوڪڙن کي واپس ڪرڻ ۽ افغانستان ۾ مداخلت بند ڪرڻ جي ضرورت آهي. هندستان سان اسانجو ڪوبه قابل ذڪر جهڳڙو نه آهي ۽ اسان شملا ناهه هيٺ آرام سان رهي سگهون ٿا. ايران سان اسانجو ڪو تنازعو ڪونه آهي، پر ايران جي حڪومت کي ضرور شڪ پوندو، ڇاڪاڻ ته پاڪستان جا حڪمران، امريڪي راند کيڏي رهيا آهن. تازو پاڪستان، امريڪا کي مارڙيپور جو هوائي اڏو ۽ بلوچستان ۾ ٢٢ رن وي ڏنا آهن، جتان بي - ٤ جاسوسي هوائي جهاز اڏامي سگهن ٿا، جيڪي ايران خلاف استعمال

ٿيندا. انڪري ايران سان به تعلقات خراب ٿيندا. اسان جي ملڪ جي حڪمران فوجي ٽولي دنيا جي ٢٣ اسلامي ملڪن ۾ امريڪا پاران پنهنجا فوجي دستا رکيا آهن. جنهنڪري انهن ملڪن جي عوام سان اسانجي ملڪ جا تعلقات روز بروز خراب ٿي رهيا آهن. جڏهن ته اسانکي، هر ملڪ جي عام راءِ کي، نظر ۾ رکي پنهنجي خارجه پاليسي کي، حقيقي نموني غير جانبدار ڪرڻ گهرجي. اسان وٽ ته نوڪر شاهي جا ڪي اهڙا به ڪارندا موجود آهن، جن تازو اسرائيل کي تسليم ڪرڻ جي وڪالت ڪئي هئي.

لاشاري: عام طرح سان نظر اچي ٿو ته ترقي پسند پارٽين جي ڪارڪن ۾ عمل کان وڌيڪ رومانيت هجي ٿي – ڇو؟

چام: انقلاب سان پيار ڪرڻ ۾ شاعرن ۽ اديبن وڏو رول ادا ڪيو آهي، انڪري رومانيت ته آهي، انقلابي رومانيت. انقلاب هڪ خواب ته آهي.

لاشاري: انجو مطلب ته ادب، سياست تي حاوي رهيو آهي؟

چام: ائين ئي آهي.

لاشاري: توهان اديب به آهيو، ان ڪري توهانجي سياسي ڳالهين ۾ به اهو رنگ نظر اچي ٿو. انقلاب ۾ ادب جي ڪردار تي اوهان جي ڪهڙي راءِ آهي؟

چام: لينن جو حوالو ڏيندس، جنهن چيو ته

"گورڪي 'ماءُ' ناول اهڙو لکيو آهي، جهڙو هر مزدور وٽ هجي." ماڻهوءَ وٽ ڪڏهن اهڙيون ڳالهيون هونديون آهن، جن تي هو پاڻ به، واضح نه هوندو آهي. هڪ اديب، ناول، شاعري ۽ افسانې ذريعي ماڻهن ۾ اتساه پيدا ڪري ٿو.

لاشاري: قرباني ڏيڻ جو فلسفو ڇا آهي، مثال ۾ آڻيون توهان جو نالو وٺندس؟

چام: قرباني لازمي طرح عشق سان ڳنڍيل آهي. مقصد لاءِ عشق قرباني گهري ٿو، اهو ته راهه ڏياچ ۽ چارڻ وارو سڳ آهي.

زبن: قرباني لازمي طرح عشق سان ڳنڍيل آهي ته پوءِ عشق کي عام ڪرڻ لاءِ ڇا ڪجي؟

چام: اهو ڪم، اديب ڪري ٿو.

لاشاري: ادب، احساساتي پاسي تي گهڻو ڪم ڪري ٿو، ۽ ان سان گڏ معروضي گهرجون به پوريون ٿيڻ کپن. ان لاءِ توهان ڇا چوندا؟

چام: اهو ڪم سياستدان جو آهي ۽ ان تي به لازم ٿئي ٿو ته، انهن احساسن ۽ امنگن کي زندگي بخشي، جهڙي انسان جي بقا لاءِ هر طرح سان ضروري آهن.

لاشاري: جيل ۾ اوهان ڇا لکيو آهي؟

چام: شاعري ڪئي اٿم، جهڙا شايع به ٿي چڪي آهي.

لاشاري: سنڌي ادبي سنگت بابت توهانجو ڪهڙو رايو آهي؟

چام: مان پاڻ کي هميشه سنڌي ادبي سنگت جو ميمبر سمجهيو آهي.

لاشاري: عوام لاءِ ڪو پيغام.

چام: پڻاڏيءَ جو بيت پڙهندس ته:

جڪرا جيٺو شال، اوهانجو مدو سور نه سٺان،
اچا ڪالهوڻي ڪالهه، اوهان ڏرت ڌاريو ڏيهه تان.



# مون سي ڏٺا ماءِ

## ڄام ساقي (انٽرويو)

ٻڌل

- ف ـ م لاشاري
- محمد بخش
- سحر رضوي
- امداد اوڍو

ف ـ م لاشاري: جيل مان نڪرڻ کان پوءِ توهان رومانوي قسم جي موڊ ۾ نظر پيا آيا. هاڻي جڏهن گهمي ڦري حقيقتن جي سامهون ٿيا آهيو ته ڪهڙو ٿو لڳيوَ؟

جام ساقي: پهرين ته اهو چوندس ته اهو سوال اديب جو وڌيڪ ۽ صحافي جو گهٽ آهي، انقلاب جي ميدان سياست ۽ جنگ جي رشتي کي مان درجه حرارت جو فرق سمجهندو آهيان. انقلاب جي تصور ۾ رومانيت ته هوندي آهي ان جو اُتساهه مختلف موقعن تي گهٽ وڌ ٿي سگهي ٿو. مثلن ان وقت مونکي وڌيڪ توقع پئي نظر آئي ته ملڪ جي اندر سياسي طرح سامراج دشمن محاذ کي عمل ۾ آڻڻ ۽ ان کي قائم ڪرڻ وڌيڪ سولو آهي. هينئر انهيءَ جي مقابلي ۾ مون کي انهيءَ ۾ ڪافي رڪاوٽون نظر اچن ٿيون، جنهن جي ڪري لڳي ٿو ته اجان وڌيڪ وقت لڳندو.

ف ـ م لاشاري: مون اهو سوال ان حوالي سان پڇي ڪيو ته ان وقت جڏهن توهان کان انٽرويو پئي ورتو سون ته، توهان ايم ـ آر ـ ڊي ۽ ٻين جمهوري قوتن کي هڪ ٻئي کي ويجهو آڻڻ لاءِ، ڪجهه وڌيڪ ڏي اميد ڏيکاري هئي، ۽ هينئر صورتحال کي مشڪل پيا پڙهو،

اڏين ڇو آهي؟

ڄام ساقي: ذهن ۾ رکو ته پاڪستان ۾ اڃا ڪلهه ڪاهو ڪي ڳالهه آهي ته ڪنهن به سياستدان جو آمريڪا جي حمايت ۾ ڳالهائڻ ممڪن ئي نه هو، ذوالفقار علي ڀٽي پنهنجي اسيمبلي واري تقرير ۾ چيو هو ته هنري هاڻي آهي، جيڪو مون کي ماري ڇڏڻ لاءِ ڪسنجر لاءِ چيو هئائين ته ان ڪيس ڇيو ته اسان توکي ماري ٻين لاءِ عبرت جو مثال قائم ڪنداسون، ان جي باوجود هاڻي ڪو ماڻهو پ. پ. پ سان ڇوي ته نه ڀلي اڏين نه آهي، ته انهيءَ صورتحال جي ڪري ٻين پارٽين کي خاص طرح جماعت اسلامي کي کليل نموني آمريڪا جي حمايت ۾ ڳالهائڻ جو موقعو ملي ٿو وڃي، اڳي هو وڏ ۾ وڏ ايتري همت ڪندا هئا، جو سرخ ۽ سفيد انقلاب کي ملائي پنهنجي وچٿرائپ ظاهر ڪندا هئا، هاڻي جڏهن انهن جي به زبان کلي پئي آهي، هاڻي جڏهن مون ايم - آر - ڊي جي ليڊرن سان ڳالهايو ته عوام ۾ وڌيڪ قابل قبول ٿيڻ جي لاءِ سامراج دشمن موقف اختيار ڪريو ته انهن چيو ”جناب اوهان پنهنجا دوست راضي ڪريو اسان کي ڪو اعتراض ڪونهي، پنهنجن دوستن جي اشاري کي سمجهي سگهو ٿا، سرڪار جوڙيجو لاڳاپ جمهوريت ڪان اڳتي وڌي ڪونهي ۽ ايم-آر-ڊي موجوده پروگرام هيٺ، موجوده شريڪ پارٽين سان، اڳتي نٿي وڌي سگهي، هاڻي ضرورت آهي ته ايم-آر-ڊي پنهنجو

دروازو کاٻي طرف کولي، ۽ پنهنجي پروگرام کي بهتر بنائي يا ايم-آر-ڊي جي پٺيان سامراج دشمن محاذ جو جنڪ هجي، جيئن چڙهائي هوندي آهي، گاڏي جي پٺيان ٻي انجڻ لڳائيندا آهن جيئن آها هلي سگهي اهڙي صورتحال پيدا ڪئي، وڃي ته ايم-آر-ڊي بهتري جي طرف وڃي سگهي ٿي.

ف. م لاشاري: ايم-آر-ڊي ۾ جيڪي پارٽيون آهن سي سڀ اسٽيٽسڪو جون حامي آهن، ساڄي ڌر يا وچولائيپ پرست قوتن ۽ کاٻي ڌر جي وچ ۾ اتحاد جي جدول عملي طرح ڪيئن ممڪن آهي؟

جام ساقي: مون کي ائين لڳي ٿو ته، هي اڄوڪي اسان کي ته طرفي وڙهڻي پوندي، هڪڙو ته ملڪ جي اندر ايم-آر-ڊي جي شڪل ۾ وسيع تر محاذ موجود آهي، جيڪو جمهوريت جو مطالبو ڪري ٿو. ٻيو رخ اهو آهي ته معاشري جي اندر سامراج دشمن قوتن کي، منظم ڪرڻ جي ضرورت آهي، ۽ ٽيون رخ اهو آهي ته انقلابي تحريڪ کي پنهنجو بنياد، پنهنجون طبقاتي ترجيحون مضبوط ڪرڻ گهرجن. اهي ٽئي شيون هيستائين چڱي طرح تيار نه ڪندا سون، تيستين ملڪ اندر تبديلي آڻڻ ۾ ڪامياب نه ٿيندا سون، ايم-آر-ڊي اسٽيٽسڪو جي ڳالهه نٿا ڇيڙيون، ايم-آر-ڊي جي اندر اهڙيون پارٽيون موجود آهن، گهٽ ۾ گهٽ عوامي نيشنل پارٽي ۽ پي - اين - پي قومي جمهوري انقلاب جي ڳالهه ڪن

ٿيون. معراج محمد خان ۽ سامراج دشمن آهي، سو وڏيڪ انهيءَ لاءِ دروازو کولڻ جي ضرورت آهي.

ف ـ م لاشاري: ڪاٻي ڌر جـون جيڪي پـارٽيون ايم-آر-ڊي سان گڏ آهن، تن جو ڪارڻ اهو ته ناهي ته هو پاڻ هڪ فيصلائتي سياسي طاقت بڻجي نه سگهيون آهن، تنهن ڪري ايم-آر-ڊي سان گڏ هلڻ لاءِ مجبور آهن؟

جام ساقي: ملڪ ۾ مسئلو هي آهي ته اصل اختيار آمريڪا وٽ آهي ۽ انهي ڪان پوءِ فوج وٽ، اسان جي ڊفينس پـاليسي ڇا هجڻ گهرجي، پـرڏيهي پاليسي ڇا هجڻ گهرجي، افغانستان سان ڳالهيون ڪيئن ٿين، سڀ فيصلا آمريڪا ٿو ڪري. ايتري تائين جو ڪيس ۽ بجليءَ جا بل پاڻي جو ريٽ، پـاڻ ڪڻڪ، ڪپهه جي قيمتن جو فيصلو به آمريڪا پيو ڪري، ڪي فيصلا سڌا ڪي وري ورلڊ بينڪ، آءِ ايـم ايف (عالمي مالي فنڊ) جهين ايجنسين ذريعي آمريڪا ئي ڪرائي ٿو. انهيءَ ڪي سڀ ڳالهين جي نظر سان ڏسن ٿا ۽ سمجهن ٿا ته، ماڻهن کي ووٽ جو حق ملي، ۽ ماڻهو جن کي چونڊين، تن کي پاليسين ٺاهڻ جو حق هجي. انهيءَ جي لاءِ ملڪ اندر هڪ وسيع محاذ هجڻ ضروري آهي، محاذ اهو مڪمل پروگرام ڪٺڻ لاءِ، تيار نه آهي. ان ڪري ضروري آهي. ته ايم-آر-ڊي پنهنجا دروازا کولي، نه رڳو کاٻي ڌر جي سياسي جماعتن لاءِ، جيڪي تبديلي چاهين ٿيون، بلڪ شاگردن لاءِ، ۽ مزدورن ۽ هارين لاءِ، بار ايسوسيئيشن

لاءِ ۽ معاشري جي سموني منظم حصن لاءِ ايم-آر-ڊي جيستائين رستا نه کوليندي، اوستائين ايم-آر-ڊي جي جدوجهد محدود رهندي، جيئن هاڻي آهي. اها هڪڙي الڳ ضرورت آهي ته ايم-آر-ڊي سامراج دشمن پروگرام يا ڪجهه شين کي ڪٺو جي پوزيشن ۾ ناهي، اُن جي لاءِ اسان جون پيون تنظيمون تيار هجن، انهيءَ جو هڪ الڳ دائرو تيار ڪريون، جيڪو ايم-آر-ڊي کي ٽيڪ ڏيئي، اڳتي وڌائي ۽ ملڪ جي ماڻهن جي رهنمائي ڪري.

ف - م لاشاري: اوهان پنهن جي پنجاب جي دوري جا احوال ڏيو، انهيءَ حوالي سان ته پنجاب جو آبادي، جي لحاظ کان عوامي سطح تي جيڪو جمهوري رول هجڻ کپي سو ناهي؟

جام ساقي: ادا پنجاب جي سياسي حلقن ۾ تمام گهٽي گهٽي موجود آهي، ١٩٧١ع تائين پنجاب جو عام ماڻهو سياسي لحاظ کان، اتي بيٺل هو، ته بابا ٺيڪ آهي حڪومت جيئن چوي ٿي ٺيڪ، نظريو پاڪستان به ٺيڪ آهي، سڀ فٽ آهي، پر جڏهن ان جي نتيجي ۾ بنگال الڳ ٿيو ته، ماڻهن جي ذهن ۾، اهو سوال اُٿڻ شروع ٿيو ته نه پيلي، حڪومت جيڪو به چوي ٿي اهو ٺيڪ ناهي، انهيءَ ۾ گڙٻڙ به ٿي سگهي ٿي، ان کان پوءِ ١٩٧٧ع جي مارشل لا وري ١٩٨٣ع جي جدوجهد، ان اڃان کين وڌيڪ نکو ڪيو، نتيجي ۾ پنجاب جو سياسي ڪارڪن تشويش جو شڪار آهي، سياسي اڳواڻ

کي پنهنجون مجبوريون آهن، مثال طور جڏهن مون پنجاب ۾ حق خود اراديت جي ڳالهه ڪئي ۽ ان ۾ وضاحت به ڪئي ته حق خود اراديت ۾ عليحدگي جو حق، انهيءَ جو لازمي حصو هوندو آهي، ۽ اها به وضاحت ڪيم ته اصل ۾ ملڪ رضاڪارانه بنيادن تي هلائڻو آهي. انهيءَ تي نواب زاده نصرالله خان منهن جي خلاف بيان ڪيڻ ضروري سمجهيو ۽ ملڪ قاسم تقريرن ۾ چيو ته حق خود اراديت اسان تسليم نه ٿا ڪريون، باقي توهان جيون سڀ ڳالهيون مڃيون ٿا. سياسي ڪارڪن ۾ سامراج دشمن جذبا موجود آهن، پر پنجاب ۾ پوليٽيڪل ڊپريشن تمام گهڻو آهي، سوين سياسي ڪارڪن جيلن ۾ آهن، ڪنهن کي ٣٠ سال، ڪنهن کي ٤٠ سال سزا، ڪنهن کي ٤٥ سال سزا، ڪنهن کي ٥٠ سال سزا، ٢٥ سال ته نارمل آهي. ڪارڪن ڦاسي تي به چڙهيا آهن، ستن ماڻهن پاڻ کي باهه ڏيئي ساڙيو هو، اها ڳالهه پنهنجي جاءِ تي، مولانا نوراني جو هڪڙو بيان جيڪو ڊان ۾ ڇپيو هو، ته لارچر ڪئمپن ۾ ٣٥ ماڻهو شهيد ڪيا ويا، الذوالفقار جو الزام هجي يا ٻيو، پر صورتحال اها آهي، حيرت انگيز ڳالهه؟ اها ته سياسي ڪارڪنن ۾ جيتري بيچيني موجود آهي، سوال آهن ۽ جيتري ڳيڊڄڻ جي خواهش موجود آهي، اوترو ئي وڏيڪ عام ماڻهو سياست جي معاملي ۾ بي عمليءَ جو شڪار آهي، اسين هٿ گهوٽڪي جهڙي ننڍڙي شهر ۾ جلسو ڪريون ٿا

ته ڏهه پندرنهن هزار ماڻهو گڏ ٿين ڪوئي مسئلو نه آهي. پنجاب ۾ پهريائين اسٽيشن تي پندرنهن هزار ماڻهو آيا، پر پوءِ جڏهن شهرن ۾ جلسا ڪياسون ته انهن ۾ چار يا وڌ ۾ وڌ پنج هزار، انهن ۾ به سادا ٻي هزار سياسي ڪارڪن.

پنجاب جي عام ماڻهو جو سياست ڏانهن جيڪو لاتعلقي جو رخ آهي، ان جا به پهلو آهن هيٺيون ڪلاس ايترو ته تشدد جو شڪار آهي، جو پاڪستان ۾ عورتن کي اگهاڙو ڪري، انهن جا جلوس ڪڍڻ جا جيڪي به واقعا ٿيا آهن، سي سڀ پنجاب ۾، بستي بهاران، راجن پور، نواب پور، اوڪاڙه فيصل آباد ۽ گجرات وارا واقعا، انهن جا مثال آهن. ٻيو جيڪو مٿيون ڪلاس آهي، ان ۾ به مسئلو آهي. نام نهاد هاڻو ڪي جمهوري سيٽ اپ ۾ صوبائي وزير کي جيڪي اختيار آهن، هڪڙو ڪرنل انهيءَ کان وڌيڪ اختيار رکي ٿو. هاڻي پاڪستان ۾ گهٽ ۾ گهٽ هزار ڪرنل آهن، انهن مان گهٽ ۾ گهٽ ٩٠٠ سؤ پنجاب سان تعلق رکن ٿا.

جتي صوبائي وزير کان وڌيڪ طاقت رکندڙ نوَ سؤ ماڻهو موجود هجن، اتي نوڪري جو مسئلو ايترو شدت اختيار نه ٿو ڪري، جيترو هت آهي، صوبائي اسيمبلي جي ميمبر کان وڌيڪ ميجر جا اختيار آهن، چار پنج هزار صوبائي اسيمبلي جا ميمبر ميجرن جي صورت ۾ موجود هجن، اتي بيروزگاري اونرو شدت سان تنگ نٿي

ڪري، جيتري شدت اسان وٽ آهي، مڊل ايسٽ ڏانهن ڏانهن وڃڻ جو رستو به اتان سولو آهي، ته اهي سبب آهن، جن سياست کان ماڻهن کي لاتعلق رکيو آهي. اتي هڪ جلسي ۾ هڪ همراهه پڇيو ته. توهان کي احساس نه آهي ته اسان ڪهڙين مجبورين ۾ آهيون، اسان وٽ گهر گهر ۾ جاسوس ويٺو آهي، هڪڙي همراهه چيو ته منهنجو ياءُ ڪرنل آهي، اڄ جيڪي گهر ۾ ڪيان ٿو، آن جي رپورٽ منهنجي ياءُ کي وڃي ٿي. مون چيو ماڻس ته دلبر اها ڳالهه درست آهي ته تنهنجو ياءُ ڪرنل تنهن جي گهر ۾ آهي، انهي سان گڏ اهو به مسئلو آهي ته گهر ۾ رکيو جاسوسي نه پر گهرجي اندر روزگار موجود آهي ۽ گهر جي اندر سرڪار جو وزير به موجود آهي، ۽ اهو جيڪو اچي ٿو، سا ڳي وقت نظريو به آڻي ٿو. ان ڪري عوام اتي سياست ۾ شدت سان اڳين حصو نٿو وٺي، جيترو اسان جو عام ماڻهو وٺي پيو، پر صورتحال ۾ تبديلي آهي، اسان چيو فوجي آپريشن غلط آهي، سنڌ ۾ فوجي ڇانوڻيون نه ٺاهيو، ڪالا باغ ڊيم غلط آهي، حق خودار اديت ڏ. ڏيندو نه ملڪ ٽٽي ويندو، اسان ايترو آساني سان پنجاب ۾ پٽي ڳالهايو. اها ڳالهه پنهنجي جاءِ تي آهي ته ماڻهو جي سياست ۾ ايتري شرڪت ڪانهي جيڪا ٻهي ننڍين صوبن ۾ آهي.

ف ـ م لاشاري: پنجاب جي ڀيٽ ۾ سنڌ بلوچستان

۽ سرحد فاشسٽ حرڪتن جو وڏيڪ شڪار ٿيا آهن ۽ پنجاب جي حالت رعايت واري رهي آهي، جنهن ڪري پنجاب جي سياسي سطح ٻـن صوبن جي ڀيٽ ۾ گهٽ ۾ گهٽ پنجاهه سال پوئتي آهي، ان ڪري سينې کي ملائي هلڻ جا امڪان ڪيترا آهن؟

جام ساقي: مون عرض ڪيو ته پنجاب ۾ احساس پيدا ٿي رهيو آهي ته پاڪستان هاڻ قومن کي حقن ڏيڻ جي ذريعي، سماجي تبديلي ۽ جمهوريت جي ذريعي رهي سگهي ٿو. اهو ٺيڪ آ ته اسين انهيءَ جي رفتار کان مطمعن نه آهيون ۽ مون اُتي جلسن ۾ کليل طرح چيو، ته جيڪڏهن ملڪ ۾ سماجي تبديلي نه اچي ته پوءِ جاگرافيائي تبديلي ايندي. چوڻ جو مطلب هي آهي ته انقلابين دنيا ۾ ڪٿي به، ملڪ ٽوڙڻ لاءِ پهرين وک نه کنئي آهي، اسان پنهنجا حق گهريا آهن اُهي ملندا يا انهن جي نتيجي ۾ ملڪ نه رهندو. بنگال جي ماڻهن جمهوريت گهري ته جمهوريت جي بدران ملڪ ٽٽي پيو. اسين هتي رڳو جمهوريت کونه ٿا گهرون، اهو جيڪڏهن ملي ويو ته پوءِ ملڪ رهي سگهي ٿو نه ته ٻي صورت ۾ ملڪ ٽٽي ٿو، ان صورتحال جو فطري نتيجو اهو اچي ٿئي ٿو ته، قومي حقن لاءِ جيڪي قوتون جدوجهد ڪن ٿيون، اهي اسان جون اتحادي آهن، هاڻي ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته جدوجهد جي طريقي کي وڌيڪ سائنٽيفڪ بڻائڻو آهي.

رکيو اهو اعلان ڪرڻ ته اسان الڳ ٿيڻ ٿا چاهيون، مان سمجهان ٿو ته پنهنجو پاڻ کي، ماڻهن کان الڳ ڪرڻ جي ڳالهه آهي، آ. مان اسانجي ماڻهو کي ڪو فائدو نه پهچندو، جنهن جي اڪثريت هن وقت به پ - پ - پ جي پٺيان آهي. ان ڪري ٿي اسان قومي جمهوري حقن جي ڳالهه ڪريون ٿا، ان مان اسان جي جيڪي سنڌ وارن دوستن جو مطالبو به پورو ٿو ٿئي، ڇو جو اسان جو پروگرام به، علحيدگي جي حق ۾ موجود آهي.

ف - م لاشاري: انهي پس منظر ۾ پاڪستان ۾ پورهيت تحريڪ جا ڪيترا امڪان آهن؟

چام ساقي: سهڻا پورهيت تحريڪ جامع لفظ آهي، جيڪي به قوتون سوشلزم ۾ يقين رکن ٿيون، انهن کي اسان مزدور تحريڪ جو حصو سمجهون ٿا، ان ڏس ۾ اسان وٽ پورهيت تحريڪ جي صورتحال گهڻي خراب ناهي ۽ سياسي طرح ان جي اثر ۾ اضافو ٿيو آهي ١٩٧٠ع ۾ عوام جيڪي ووٽ ڏنا سي نعيپ، پ-پ-پ يا عوامي ليگ کي، سوشلزم جي نالي ۾ ڏنا، ١٩٧٧ع ۾ به سوشلزم جي نالي ۾ ووٽ ڏنا. ڪمزوري اها آهي ته مزدور تحريڪ جي سياسي اثر جي پيٽ ۾ تنظيم ڪاري تمام گهٽ آهي. انهي ڪري اسان زرعي سڌارا چاهيون ٿا، جيڪي قانون ۾ ڪنهن حد تائين موجود آهن، پر عملي طرح ڪونهن قانون موجب ڪنهن وٽ ١٠٠ ايڪڙ کان وڌيڪ زمين نه هجڻ کپي، پر عملي

طرح ماڻهن وٽ هزارين ايڪڙ زمين موجود آهي، پڻ صاحب جي ڏينهن ۾ مزدورن کي ڪجهه معاشي فائدا مليا، پر انهن جي تنظيم ڪاري ڪمزور ٿي، سڌل ايسٽ ڏانهن رستو کليل هئڻ ڪري به مزدور تحريڪ کي نقصان پهتو، ٻين ۾ اهم ڳالهه اها آهي ته اسان وٽ مڪاني مزدور تمام گهٽ آهي، جيترو اسان وٽ مڪاني مزدور هوندو، اوترو هو هاري سان گڏجي ڪم ڪري سگهي ٿو ۽ اتي انقلابي تحريڪ مضبوط ٿي ٿي،

سحر رضوي: سنڌ ۾ جيڪو محرومي جو شديد احساس آهي، اُن کي ختم ڪرڻ لاءِ اوهان جو قومي جمهوري انقلاب ڪيترو ڪامياب ويندو؟

جام ساقي: اسين ماڻهو جيڪي قومي جمهوري انقلاب جي ڳالهه ڪريون ٿا، سي قومي ۽ معاشي حقن کي گڏائي هلڻ چاهيون ٿا، مسئلو هي آهي ته وچولو طبقو معاشي مسئلي تي جدوجهد ڪرڻ لاءِ به تيار ناهي ۽ هيو نوڪري جي مسئلي جي حوالي سان قومي مسئلي کي ڏسي ٿو، اها ڳالهه خراب ڪانهي. پر رڳو قومي مسئلي جي ڳالهه ڪندڙ معاشي مسلا کڻڻ کي نقصانڪار سمجهي ٿو، آهو چوي ٿو ته پيا مسئلا کڻندا سون ته قومي تحريڪ کي نقصان پهچندو ۽ وڏيري ۽ هاري جي تقسيم ٿيندي مزدور ۽ سرمائيدار جي تقسيم ٿيندي ۽ قوم ڀاڱا ۾ وڙهي پوندي، اهڙو عنصر موجود آهي، نالي کڻڻ جي ضرورت ناهي، هيو ڪجهه ٿيندو ٿئي ناهي ۽

اسين چاڪاڻ تہ پنھي رجحان کي گڏجي ھلايون ٿا. انھيءَ ڪري، اھي پنھي سوچون پنھنجائپ واريون آھن، ۽ ان کي عام ماڻھو جي سڌي سپورٽ ملي آھي.

ف - م لاشاري: پنجاب کي سامراج سڏڻ متعلق اوھان جو ڪھڙو خيال آھي؟

چام ساقي: ان ۾ ڪو شڪ نہ آھي تہ پنجاب- بالادستت قوم آھي، پر سامراج جي وصف ان تي نہ ٿي اچي، اسان ھر انھيءَ شيءِ کي ڪرمي نہ سڏيندا آھيون، جنھن تي ويھي سگھجي، آھا شيءِ ٽيبل، ڪٽ ۽ صوفو بہ ٿي سگھي ٿو. سامراج ھجڻ لاءِ ضروري آھي تہ ان ۾ چار پنج خاصيتون ھجن اھي خاصيتون ھتي موجود ناھن، ھتي تہ سرمائي جي ايڪسپورٽ ۽ امپورٽ بہ ڪانھي. انھيءَ ڪري اسان پنجاب کي سامراج نٿا چئون.

محمد بخش: توھان پاڻ چيو تہ پنجابي مزدور جي ايڏن سارن مفادن جون چئيون موجود آھن ۽ اھو جيڪو پنجاب کان مزدور اچي ٿو، سو مستقل مفادن جي سياست کي وڌيڪ سپورٽ ڪري ٿو، انھيءَ جو توھان وٽ ڪھڙو حل آھي؟

چام ساقي: آن کي سمجھايون تہ ھڪ طبقي جي حيثيت سان، تنھنجو مقام ڇا آھي ۽ تون ان طبقي سان تعلق رکين ٿو، جيڪو جيسين سمورن مظلوم طبقن ۽ محڪوم قومن کي نجات نہ ڏياريندو، تيسين تنھنجي پنھنجي نجات

به کونه ٿي سگهندي. پهرو انهيءَ مطالبي کي اسين وسيع تر تنظيمن وسيلي مجرائيون ٿا. مقامي وسيلن تي مزدوري جو حق، مقامي ماڻهن جو آهي ۽ تيون جيڪو پاسو آهي ڳالهه جو، سو اهو ته اسان جي آبادي تيزي سان اقليت ۾ تبديل ٿي رهي آهي. سڄي ملڪ جي آبادي ساليانو ٣ سيڪڙو جي حساب سان وڌي ٿي، پر سنڌ جي هڪڙي شهر ڪراچي جي آبادي ۾ ٦ سيڪڙو واڌارو ٿئي ٿو، هر سال ڏي چار لک ماڻهو ٻاهران هتي پهچن ٿا هي وڏو مسئلو آهي. منهنجي نظر ۾ ان جا ٻه چار حل آهن. هڪڙو ته نوڪري جي باري ۾ سختي سان مطالبو ڪرڻ گهرجي ته جنهن کي هتان جو ڊوميسائيل نه آهي ان کي نوڪري نه ملي. ٻيو ٻاهرين ماڻهن کي هتي ملڪيت خريد ڪرڻ جو حق نه هجي. هتي رهندڙ ٻاهرين ماڻهن کي ووٽ جو حق به نه هجي ۽ چوٿين صورت اها آهي ته ان جي باوجود جيڪي اچن ٿا، تن لاءِ ورڪ پرمٽ سرشتو لاڳو ڪيو وڃي. اسين واضع ڪريون ٿا ته سڄي دنيا جا انسان ۽ پاڪستان جا عوام اسان جا ڀائر آهن، پر هرڪو ڀاءُ پنهنجي گهر ۾ سٺو لڳي ٿو. اسين سمجهون ٿا ته قومي جمهوريت جي پورهيتن جي پاڙي ۾ وڏي رڪاوٽ آهي، انهيءَ ڪري اسين ان جي خلاف آهيون. هماري ڪميٽي ١٩٧٤ع ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو هو ته، ون يونٽ ٺهڻ کان وٺي، جيڪي ماڻهو سنڌ ۾ آيا آهن، انهن کان ووٽ جو حق واپس ورتو وڃي ۽

ڪيس سنڌ جو رهواسي تسليم نہ ڪيو وڃي.

ف - م لاشاري: پاڪستان ۾ ڪميونسٽ پارٽي کي فيصلائتي طاقت بڻائڻ کان اڳ، وڏي قوت سمجهندا رهيا آهن، جيڪا ڳالهہ سندن رويي مان ظاهر ٿئي ٿي. توهان جو ڇا چوڻ آهي؟

جام ساقي: ١٩٦٨ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان ٤ نڪاتي پروگرام ڏنو هو. پهريون نڪتو گڏيل معيشت هئي، جيڪا اڪثر پارٽين لاءِ قابل قبول هجي. آزاد پرڏيهي پاليسي جنهن ۾ سامراج دشمني هجي صوبائي خود مختياري جيئن پ - پ - پ، جميعت علماءِ اسلام ۽ اين - ڊي - پي لاءِ قابل قبول هجي، چوٿون نڪتو هو تہ رياست مذهبي معاملن ۾ مداخلت نہ ڪري. اهي چار نڪتا انهيءَ ڪري ضروري سمجهيا ويا، جو پاڪستان ۾ آئي ڏينهن، فوجي بغاوتون ڪرايون وڃن ٿيون، انهيءَ جي ڪري ضرورت آهي تہ ملڪ جون سموريون نہ رڳو سياسي پارٽيون جيڪي هن پروگرام تي متفق هجن، پر بار ايسوسيئشنيون، شاگرد، هاري ۽ مزدور تنظيمون سموريون چيمبرس آف ڪامرس مطلب تہ معاشري جو جو ڪوبہ اهڙو حصو ڌار نہ ڇڏجي، جيڪو ٿورو يا گهڻو منظم هجي، اهي سموريون قوتون جيستائين انهن چئن نقطن تي متفق ٿي جدوجهد نہ ڪنديون، تيستائين چونڊون نہ ٿينديون، تاريخ انهيءَ ڪي صحي ثابت ڪيو آهي، جيڪي چونڊون ٿيون آهن سي اسان ڏٺيون. منهنجو

نه چوڻ آهي، جيستائين جدوجهد نه ٿيندي، چوندبون ۱۹۹۰ع تائين به نه ٿيندي. باقي اسان اهو ڪڏهن به نه سمجهيو آ نه ڪو اڪيلي سر اسان ملڪ جي اندر ڪا وڏي تبديلي آڻي سگهون ٿا.

ف - م لاشاري: تازو توهان ۽ ڊاڪٽر ارباب جو گڏيل بيان شايع ٿيو. ڇا وطن دوست انقلابي پارٽي ۽ اوهان جي انضمام جي سلسلي ۾ معاملو ڪجهه اڳتي وڌيو آهي.

چام ساقي: انهيءَ سلسلي ۾ اها پيش رفت ٿي آهي، جو طئي ڪيوسون ته هارين جي سلسلي ۾ گڏجي جدوجهد ڪنداسون. مزدور تنظيمن جي ڏس ۾ هڪ گڏيل مزدور فيڊريشن ٺاهڻ جي ڪوشش ڪنداسون ۽ شاگردن جي سلسلي ۾ به تعاون ڪنداسون. انهيءَ سان گڏ مختلف موقعن ۽ موضوعن تي گڏيل موقف جو اظهار ڪنداسون ۽ پاڻ ۾ صلاح مشورو جاري رهندو. منهنجي خيال ۾ اها چڱي موچاري پيش رفت آهي.

ف - م لاشاري: سنڌ ۾ شاگردن جي پاڻ ۾ مار ڌاڙ ٿي رهي آهي، انهي سلسلي ۾ اوهان ڇا ٿا ڪريو؟

چام ساقي: اها سياسي شعور جي کوٽ آهي. جنهن وٽ علم جو هٿيار نه آهي، اهو هٿيار جو علم استعمال ڪري ٿو. سو به پنهنجو پاڻ ۾ اهو منفي لاڙو آهي. ان مار ڌاڙ کي بند ڪرائڻ لاءِ اسان جڏهن اسپتال ۾ داخل هئاسون ته، سائين جي - ايم سيد ۽ پليجي صاحب

مان ڳالهه پوله، هلائي هئي ۽ طئي ڪيوسون ته شاگرد تنظيمون پاڻ ۾ نه وڙهنديون. اُن جي بدران پاڻ ۾ گڏجي جدوجهد ڪنديون ۽ هڪ ٻئي سان تعاون ڪنديون. انهيءَ جا اعليٰ سطحي مذاڪرات جاري هئا ۽ اسان جيئن ئي گڏيل اعلان جاري ڪيو ته اسان جا شاگرد پاڻ ۾ نه وڙهندا، تيئن ئي حڪومت رات وچ ۾ سائين کي سن پهچايو ۽ سونکي اسپتال مان ڪڍي جيل موڪليو ويو. حڪومت کي اها ڳالهه ڪانه وڻي، ان جي نتيجي ۾ سار ڌاڙ جو رجحان گهٽيو. باقي جيڪو سپاف ۽ جيئي سنڌ جو پاڻ ۾ جهيڙو هلي پيو، انهيءَ کي آءٌ تمام غلط سمجهان ٿو ۽ جتي دوستن جو وس هلي، اُن کي ختم ڪرائڻ جي ڪوشش ڪن.

ف ـ م لاشاري: جلسن جلوسن جي ڇڪا سياست هلي پئي، آها ڇا ٿا سمجهو ته سرڪاري راند جو حصو ناهي؟ ان صورت، ۾ جو انهن ئي آزادين تي گهات وجهندڙ قوتن ڪان ڪو بچاءُ نه ٿيو آهي؟

جام ساقي: تبديليءَ لاءِ، جدوجهد ۾ قانوني ۽ ٻيو عمل ضروري آهن. انهن ٻنهي جو پاڻ ۾ تعلق آهي. انهيءَ ۾ سرڪار جيتري اجازت ڏي اوتري سياست ڪرڻ تائين پاڻ کي محدود رکڻ ۾، صورتحال کي جيئن جو تيئن مڃڻ لاءِ مان تيار نه آهيان.

ف-م لاشاري: عوام سان صدين ڪان وٺي نا انصافيون ٿين ٿيون. انهن کي پوليٽيڪلائيز ڪرڻ کپندو هو، سونه ٿيو آهي.

ٿالن تـي ماڻهو پيا ڪٽجن، ڪوٽ خاموش، اسپتالن ٻاهران ماڻهو دوا وکهي پيا مرن، تڏهن به عوامي سطح تي رد عمل نٿو ٿئي؟

چام ساقي: سياسي پارٽيون جيسين ڪوٽ ڪوٽ، پاڙي پاڙي منظم نہ ٿينديون، تيسين اهو ڪم نہ ٿيندو ۽ اهو ڪم سياسي پارٽين کي ڪرڻو ئي پوندو.

سحر: ڪن جو خيال آهي تہ اوهان جيل ۾ نظرياتي طرح وڌيڪ مضبوط ٿيا. جيل مان نڪرڻ کان پوءِ توهان ۾ اها مضبوطي نہ رهي آهي؟

چام ساقي: منهنجي لاءِ اها ڏاڍي عجيب ڳالهہ آهي جيڪڏهن ڪو مثال ڏيندؤ تہ ڏاڍي خوشي ٿيندي. جيڪڏهن اوهان کي غلط فهمي هجي تہ آءٌ دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪريان ۽ جيڪڏهن مون ۾ غلطي هجي تہ آن کي درست ڪريان.

امداد: سنڌ جي ماڻهن کي ذاتين ۽ قبيلن جي بنياد تي پاڻ ۾ ويڙهائڻ، جنهنجو تازو مثال گوپانگن جي ڪوٽ تي چڙهائي آهي، ان حالت کي اوهان ڪيئن ٿا ڏسو؟

چام ساقي: سنڌ هن وقت ملڪ جي ٻين سمورين قومن کان سياسي جدوجهد ۽ شعور ۾ اڳتي آهي. ڪين ڪنٽرول ۾ رکڻ لاءِ ذاتين، نسلن ۽ فرقن ۾ جهيڙا ڪرايا پيا وڃن. اصل ۾ گهرو لڙائي واري صورتحال پيدا ڪئي پئي وڃي: اها تمام خطرناڪ صورتحال آهي، جمهوري قوتن کي انهيءَ جو نوٽس وٺڻ گهرجي.

ف ـ م لاشاري: سنڌ ۾ ڏاڙيلن عوام لاءِ جيڪا پريشاني پيدا ڪئي آهي، اُن ۾ لڳي ٿو ته انتظاميه پيوس ۽ وڏيرو سنڌن مطيع بڻجي ويو آهي. توهان ان حالت کي سماجي ۽ معاشي پس منظر ۾ ڪيئن ڏسو ٿا؟

چام ساقي: ڏاڙيل ان علائقي جي پيداوار هوندا آهن. جتي چند وڏا زميندار هجن ۽ لکن جي تعداد ۾ هاري بي زمين هجن. پنجاب يا بلوچستان ۾ ڏاڙيل ڪونه ٿين. بلوچستان ۾ جهڳڙن جي نوعيت قبائلي ٿئي ٿي. ٻيو پهلو اهو آهي ته انتظاميه ۽ وڏيرن جي پاڻ ۾ رقابت جي ڪري ڪو هڪڙو وڏيرو، ڏاڙيلن کي پناهه ڏيندو آهي، توهان جو اهو چوڻ ته وڏيرا ڏاڙيلن جا مطيع بڻجي ويا آهن، ان سان آءٌ اتفاق نٿو ڪريان. سنڌ ۾ هن وقت علائقا ورهايا ويا آهن، ڏاڙيلن کي تحفظ ڏيڻ وارا هٿيار به فراهم ڪن ٿا ۽ وچ ۾ ڪميشنون به ڪمائن ٿا. اڄين وڏيري پنهنجي ساک کي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهڙا ڏاڙيل تمام ٿورا آهن، جيڪي ڪنهن به وڏيري جي اثر ۾ نه هجن.

سحر: روس کي افغانستان ۾ پنهنجون فوجون چو موڪلڻيون پيون، ڇا افغان ماڻهن ان انقلاب کي قبول نه ڪيو، جو جهجهي تعداد ۾ پناهگير بڻجي ٻاهر نڪتا آهن؟

چام ساقي: جناب اها ڳالهه نه وساريو ته، افغان انقلاب اپريل ۱۹۷۸ع ۾ آيو ۽ روسي فوجون ۱۹۷۹ع

۾ آيون. انقلاب کان ٢٠ مهينا پوءِ، پيو اهو ته پاڪستان ۾ ١٢٠ ٽريننگ ڪيمپون، جتي هٿيار پهچايا وڃن ٿا ۽ انقلاب دشمنن کي سکيا ڏيڻ جو پورو انتظام آهي. جڏهن مداخلت وڌي وئي، تڏهن روس کي چيو ويو ته اسان جي مدد ڪريو، جيئن ٻاهرين ڪوئنس کي منهن ڏيئي سگهون. باقي سوال رهيو ته ماڻهو اتان پڇي چو آيا، سو لکن جي انگن اکرن سان، مان متفق نه آهيان. هنن جي ضرورت آهي ته عالمي ادارن کان مال پائي حاصل ڪن. ذوب ۾ هڪڙي پگهوڙي ڪمانڊر جو واقعو توهان کي ٻڌايان ٿو. جنهن ٢٥ هزار خرچ ڪري ڇوڪري خريد ڪئي ۽ چوٿين شادي ڪيائين. ڪن دوستن کانئس پڇيو ته چوٿين شادي چو ڪئي اٿيئي هن چيو ته مون شادي ان ڪري ڪئي آهي، جو مونکي پٽ ڪونهي. هُنن پاسي هن جي راشن ڪارڊ تي ٧ پٽ لکيل آهن، چو جو راشن ڪارڊ تي في ماڻهو جي حساب سان اڪ چار روپيا ۽ هاڻي ٨ روپيه ملن ٿا. انهيءَ حساب سان ڪيترائي ماڻهو وڏائي سگهجن ٿا. مسئلو اهو ٿيو جو قبائلي سردار کان زمين کسجي وئي ته پنهنجي منظم قبيلي کي ٻاڻ سان پچائي وٺي آيو.

محمد بخش: توهان سياسي شخصيت هئڻ سان گڏ، اديب ۽ شاعر به آهيو، مان توهان کان پڇان ٿو ته سنڌي ادب ۾ ڪهڙا لاڙا آهن؟

جام ساقي: عام طرح سان ته ٽي لاڙا آهن، هڪڙو

ادب فقط ادب لاءِ ۽ ٻيو ادب زندگيءَ لاءِ. ان ڪان پوءِ جيڪي ڏٺيون ادب ڪي مذهب لاءِ چون ٿيون، آهي بہ تسليم ڪن ٿيون تہ ادب زندگيءَ کي، وڌيڪ حسين بنائڻ جو ذريعو آهي. فراري ادب بہ اصل ۾ ادب براءِ ادب جوئي حصو بڻجي ٿو. اسان وٽ خوش قسمتيءَ سان ادب زندگيءَ لاءِ، وارو لاڙو حاوي رهيو آهي. هن وقت بہ، اديبن جي قطعي اڪثريت عوام سان گڏ بيٺل آهي.

ون يونٽ جي خلاف تمام گهڻو مزاحمتي ادب پيدا ٿيو، انهيءَ نقطہ نظر سان ادب کي ڏسون ٿا تہ فنڪشنن ۽ خاص طرح افسانن ۾ گذريل ۱۰ سالن ۾، سنڌيءَ جي ٻن لکڻين مونکي وڌيڪ متاثر ڪيو. هڪڙي فقير محمد لاشاري جي ڪهاڻي "تڪميل وقت" ۽ ٻي سراج جي "اٺون ماڙهو". اتفاق سان، اسان واري ڪيس ۾ بہ اسان ۸ ڄڻا هئاسون، جن ۾ اٺون نظير عباسي شهيد ٿي ويو. شاعري بہ اسان وٽ ڪافي موجود آهي.

محمد بخش: اسان جي ٻهراڙين تي جيڪي آپريشن ٿي رهيا آهن تن جو ادب تي ڪهڙو اثر ٿيو آهي؟

جام ساقي: شاعري تي تہ تمام گهڻو اثر ٿيو آهي پر نثر ۾ جيترو ٿيڻ کپي اوترو نہ ٿيو آهي. اُن جو سبب، اهو ٿو نظر اچي تہ ايتري مزاحمت ناهي، جو اديب تخليقي آتساهہ حاصل ڪن. مونکي جمال ابڙي جي هڪ ڳالهہ ياد ٿي اچي، مون ڪيس چيو تہ، اوهان لکو ڇو نٿا. گهڻي زور ڀرڻ تي چوڻ لڳو تہ "اوهان

ماڻهو جنهن سان ملڻ چاهيو، ملو ٿا ۽ جنهن سان دل
نه چئي، نٿا ملو. پر اسان ماڻهو مثال طور: مان نوڪري
۾ آهيان ۽ ڏينهن ۾ ڪيترا اهڙا ماڻهو ملن ٿا، جن لاءِ
دل ۾ اچي ٿو ته ڪين گولي هڻي ڪڍجي ۽ مونکي
وس پڄي ته گولي هڻي ڇڏيان، پر چئبو اهو آهي، ته
اوهان سان ملي ڏاڍي خوشي ٿي. توهان کي خبر آهي
ته منافقي ڪرڻ ڪيڏو وڏو عذاب آهي، هي ڳالهه اها
آهي ته جدوجهد ۾ پاڻ شريڪ هجي يا جدوجهد سان
ماڻهوءَ جو جيئرو جاڳندو ساٿ هجي" ●

# قومن جي ڇوٽڪاري لاءِ جدوجهد

## چام ساقي (برسات)

پٿنل

- سحر رضوي
- زرين دائود پوٽو

●

زبن: قيد مان آزاد ٿيڻ کان اڳ، اوهان چيو هو ته ”منهنجي آزاد ٿيڻ جا امڪان تمام گهٽ ڏنا ويا آهن، ڇو ته هاڻ سامراجي تسلط وڌي ويو آهي. بس هڪڙي ئي صورت ۾ آزاد ٿي سگهان ٿو ته، حڪومت سان ناهه ڪريان.“ پوءِ اوچتو توهان آزاد ڪيا ويا. هاڻ مٿئين دليل کي نظر ۾ رکندي توهان جي آزاديءَ بابت ڇا سمجهڻ گهرجي؟

چام: ۸۳ع جي تحريڪ کان پوءِ حڪومت کي رسولين ڇهرو ڊيڪارڊو پيو. رسولين حڪومت جا خاص آداب ٿيندا آهن، جن تحت عوام جي قوت ۽ طاقت جي ڳالهه ڪئي ويندي آهي. حڪومت ملڪ اندر عوام جي طاقت کي ڏسي، مونکي آزاد ڪيو. ان ۾ ناهه جي ڪا به ڳالهه ناهي. هڪ ٻيو سبب اهو ته، حڪومت پنهنجي ڇاڙتن ذريعي اسان ۾ ڦوٽ وجهي چڪي هئي. حڪومت محسوس ڪيو ته هاڻ هي ماڻهو گهٽ نقصان پهچائي سگهي ٿو، يا عوام دوست قوتن کي متحد ڪرڻ ۾ ايترو موثر نه ٿيندو. ان ڪري دشمن کي جيل ۾ رکڻ کان وڌيڪ، ان مان جند ڇڏائڻ ۾ بهتري ٿيندي ۽ جند ڇڏائڻ جا حڪومت وٽ ٻه

طريقا هئا: هڪ فاضل راهو واڪر "ختم ڪرڻ، ۽ ٻيو اسان ۾ ڦوٽ وجهي ڪمزور ڪري، ٻاهر آزاد ڪرڻ جو طريقو". اهڙي صورتحال اوهان اڳيان آهي. منهنجي ٻاهر نڪرڻ شرط پارٽيءَ ۾ ڏار پوڻ لڳا آهن.

زين: توهان سنڌ جي مسئلن تي ٽيندڙ اتحاد ۾ شامل نه ٿيا ۽ چيو ته سامراج پنهنجي مفاد خاطر قومي تحريڪن کي هٿي ڏئي رهيو آهي، جڏهن ته سامراج جمهوري تحريڪن کي به پنهنجي مفاد لاءِ هٿي ڏيندو آهي؟

جام: اتحاد واري ڳالهه ۾ مونکي اعتراض آهي ته پهريجو ڪميونسٽ پارٽيءَ کي قبول ڪرڻ لاءِ تيارئي ناهي. ٻيو ته، پهريجي جي اها ڪوشش هئي ته جيئي سنڌ وارا، ڪنهن به قيمت تي اتحاد ۾ شامل نه ٿين، جنهن لاءِ هن مٿيءَ وارو ڊراسو ڪيو. ان کان علاوه، پهريجو چوي ٿو ته اسانجو نمبر ون دشمن مهاجر آهي. چوٿين ڳالهه ته مون چيو ته ڊڪليريشن منظور ڪريو، جيڪو به ان کي قبول ڪري، اهو اتحاد ۾ شريڪ ٿئي. جڏهن ته پهريجي چيو ته شريڪ ٿيندڙ نسل سنڌي هجن. آئون توهان کي هڪ ڳالهه ٻڌايان ته سياست فن آهي، دوست پيدا ڪرڻ جو، جيڪڏهن سياست دشمن پيدا ڪرڻ جو فن آهي ته، آئون ان کي درست نه ٿو سمجهان.

زين: ڪميونسٽ پارٽي شروع کان وٺي One party form of alliance تي زور ڏنو آهي. ان ڪري اوهان اي-اين-پي لاءِ به تجويز ڏني ۽ وري ان مان

نڪري ويا. اهو اتحاد ڌاهڙ ۽ ڌاهڙ جي ڇڪتاڻ واري پاليسي آهي؟

جام: اسين ته اي - اين - پي ۾ آهيون ئي ڪونه، باقي منهنجا دوست اي - اين - پي مان نڪتا آهن. اهي پليجي جي غلط حرڪتن ڪري نڪتا آهن. بنا ميٽنگ سڏائڻ جي، سنڌ جي مختلف ضلعن ۾ چونڊن جو اعلان ڪيائون. پليجي کي سيڪريٽري جنرل هر قيمت تي ٿيڻو هو. باقي اسان اي - اين - پي جي ڪڏهن به مخالفت نه ڪئي آهي.

زين: ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ سان انضمام جو مرحلو پورهيت فرنٽ کان شروع ٿي چڪو آهي، پر ڊاڪٽر کهاوڙ جي ٿيسس ته عوامي جمهوريت واري آهي، جيڪو هڪ وڏو نظرياتي فرق آهي، ته ڇا توهان قومي جمهوريت تان هٿ کڻي ويا آهيو، يا ڊاڪٽر کهاوڙ قومي عوامي جمهوريت تان هٿ کڻي ويو آهي.

جام: ڊاڪٽر وارن سان اڃا ڳالهيون هلندڙ هون، هو اسان سان گڏ ڪم ڪرڻ لاءِ تيار آهن. هارين ۾ گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ اسان جو اتحاد ٿي چڪو آهي. باقي رهي ڳالهه ٿيسس جي ته مون ان کي جيستائين پڙهيو آهي ته اها لفظن ۾ عوامي جمهوريت لکيل ٿي، پر عمل ۾ قومي جمهوريت واري لائين آهي. ان هوندي به ڳالهيون جاري آهن. ظاهر آهي ته جڏهن هڪ ٻئي جا نظريا ملندا، تڏهن ئي اتحاد پيدا ٿيندو.

زين: سنڌي قوم پرستي ڪيتري حد تائين سامراج دشمن آهي؟

چام: جيستائين اها سامراج دشمن ناهي، ان وقت تائين اها سچي قوم پرستي آهي ئي ڪانہ.

زين: جڏهن سنڌي قوم پرستي سامراج دشمن آهي تہ پوءِ ان سان اتحاد ڇو نٿا ڪريو؟

چام: جي - ايم - سيد لعب ۾ اسانجو اتحادي هو. هينئر پليجي جي اتحاد ۾ منهنجي ڀريس ڪوشش اها هئي تہ سيد اتحاد ۾ اچي. جيڪڏهن سڄي دنيا جي مظلوم قومن جو قوم پرست، ڪميونسٽن جو اتحادي نہ ٿيندو تہ آزادي نہ وٺي سگهندو ۽ موچڙا کائيندو. اسان تہ اڳ ئي اڳڀا آهيون. اسان سان اتحاد ڪندا تہ ٿي سگهي ٿو تہ هنن جو دور اچي، پر جيڪڏهن اسان سان اتحاد نہ ڪندا تہ هنن جي اچڻ جو ڪو بہ امڪان ناهي.

سحر: لينن چيو آهي تہ "اهو ڪميونسٽ ئي ڪونهي جيڪو مظلوم قومن جي حق خود اراديت ۽ حق-علحدگيءَ لاءِ نہ ٿو وڙهي." هتي قومي جبر آهي تہ توهان ان لاءِ ڪهڙا قدم کنيا آهن؟

چام: لينن چيو آهي تہ جيڪڏهن ڪو ظالم قوم جو فرد، مظلوم قوم جي حق خود اراديت جي ڳالهہ نہ ٿو ڪري، اهو غدار آهي ۽ جيڪڏهن ڪو مظلوم قوم جو انقلابي، ظالم قوم جي پورهيت سان ٻڌي نہ ٿو

ڪري ته اهو به غدار آهي. اهان وٽ ڪي انقلابي هن جدلياتي جملي جو هڪڙو اڌ استعمال ڪندا آهن، ته ڪي وري ٻيو اڌ استعمال ڪندا آهن. اسين ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان جي ترجمان جي حيثيت سان چوان ٿو ته، ڇاڪاڻ ته اسانجو ميمبر پاڪستان ۾ قومن جي حق خود اراديت جي ڳالهه نه ٿو ڪري ته، اسين ان کي ميمبر تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ناهيون.

زين: توهان اڪثر اهڙين بيان ڏيندا آهيو، جيئن بورجوازي پارٽين جا ليڊر خود مختيار حيثيت سان ڏيندا آهن. هڪ جمهوري پارٽي ۾ اها ڳالهه ڪيتري حد تائين درست لڳي ٿي. ڇا سچي پارٽي توهان ئي آهيو؟

چام: اسين پارٽي جي مرڪزي ڪميٽي جو اهم ميمبر آهيان، اهڙو پارٽيءَ به اعلان ڪيو آهي ته هي اسانجو ذميوار ماڻهو آهي. ان ڪري منهنجو هر لفظ، هر بيان، هر قدم، پارٽي جو سمجهڻ گهرجي، جيستائين پارٽي ان جي ترديد نٿي ڪري.

سحر: جيڪو ملڪ قومن جو جبري الحاق هجي، اتي توهان ڪهڙيل انقلاب ڪيئن آڻيندا؟

چام: چڱي ماڻهوءَ جي اها ڪوشش هوندي آهي ته، سڄي دنيا مان خرابيون، برايون ختم ڪري ڇڏ جي، هن جي ڪوشش جو دائرو سڄي دنيا تائين نه پهچي سگهي، پوءِ پنهنجي ملڪ تائين ۽ اها به ڳالهه نه ٿئي ته پنهنجي ضلعي، پنهنجي ڳوٺ تائين. اسين چوان ٿو،

اچو ته پاڪستان جي سڀني قومن جي ڇوٽڪاري لاءِ جدوجهد ڪريون.

سحر: پاڪستان ليول تي يا قومي ليول تي؟

چام: مجيب ڪي پاڪستان ليول تي سياست جو شوق ڪونه هو، پر هن پاڪستان ليول تي سياست ڪئي. اسان جو قاضي فيض محمد ۽ ماستر خان بروڙو ان جا نائب صدر هئا.

سحر: ان وقت مادي ۽ معروضي حالتون ٻيون هيون، هن وقت قومي جبر وڌيڪ آهي. سنڌي قوم جو قومي تشخص ختم ٿي رهيو آهي؟

چام: هن وقت سنڌين جي قطعي اڪثريت هڪ اهڙي پارٽيءَ کي تسليم ڪري ٿي، جيڪا سنڌين کي قوم ئي تسليم نه ٿي ڪري. اسانکي حڪومت، حاوي قوم ۽ ظالم طبقن سان پنهنجا اتحادي ڳولڻ گهرجن. پوءِ اهي اسيمبلين جا ميمبر هجن، سفير هجن، سنيٽر هجن يا زڪوات ڪميٽين جا ميمبر.

سحر: هن وقت پاڪستان ۾ طبقاتي تضاد حاوي آهي يا قومي تضاد؟

چام: اهي ٻئي تضاد هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن.

سحر: گهڻي شدت ڪنهن ۾ آهي؟

چام: اوهان ائين ڇو پيا سمجهو ته بندوق جي نشاني وقت ساڄي اک وڌيڪ اهم يا کابي اک. قومي سوال، طبقاتي سوال کان الڳ آهي ئي ڪونه. قومي

ڦرلٽ خود اقتصادي ڦرلٽ آهي.

زين: پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ بابت ڪميونسٽ پارٽيءَ جو تجزيو آهي ته، اهو هندو سرمائيدار ۽ مسلمان جاگيردار جي تضاد ڪري وجود ۾ آيو، جنهن ڪري پاڪستان جو بنياد طبقاتي تضاد تي رکيل آهي، پوءِ ڇو پاڪستان ٺهڻ کان جلد ئي پوءِ، قومي تضاد طبقاتي تضاد تي حاوي ٿي ويو؟

چام: پاڪستان ان ڪري وجود ۾ آيو، جو هتي جو جاگيردار زرعي سڌارن کان ڊنل هو. اهوئي سبب هو جو هندستان ۾ آزادي ملڻ شرط، زرعي سڌارا اچي ويا ۽ جاگيرون ختم ٿي ويون. هندستان ۾ جمهوريت اچي وئي، پر پاڪستان ۾ جمهوريت نه آئي. پاڪستان ۾ صنعتي ترقي ڪن خاص علائقن ۾ ٿي، پاڪستان جي نوڪر شاهي جو تعلق خاص علائقي سان آهي. پاڪستان ۾ سامراجي مخالفت ١٩٥٣ع ۾ شروع ٿي ۽ ١٩٥٤ع کان قومي تضادن ۾ شدت رهي آهي.

زين: پوءِ ڪميونسٽ پارٽي طرفان پاڪستان ٺاهڻ جي حمايت ڇو ڪئي ويئي؟

چام: پارٽي ان مسئلي بابت پاڻ تي اڳ ۾ ئي تنقيد ڪري چڪي آهي، سيڪريٽري جنرل کي برطرف ڪري چڪي آهي. مرڪزي ڪميٽي جا لاهه ڪيدي چڪي آهي ته، اها اسانجي غلطي هئي، تڏهن به اوهان اهڙا سوال پڇو ٿا.

زين: پاڪستان جي موجوده جوڙجڪ اندر انقلاب ڪيتري حد تائين ممڪن آهي؟

چام: اسين ڪوشش ٿا ڪريون ته سڄي دنيا ۾ انقلاب اچي، اسين ڪوشش ڪريون ٿا ته پاڪستان ۾ انقلاب اچي، پر جي نه ٿو اچي ته جنهن به علائقي ۾ اچي، اسانکي قبول آهي. ان معاملي تي اسان ۾ ڪو به تضاد ڪونهي.

زين: اهو ته هڪ مفروضو ٿيو، اوهان شعوري طرح ماڻهن ۾ وڃي ان لاءِ ڪهڙو ڪم ڪري رهيا آهيو؟ جڏهن هڪ ڳالهه اوهان کي ناممڪن نظر ٿي اچي ته پوءِ ڇو ٿا ڪريو؟

چام: اسين گڏيل انقلاب لاءِ ڪوشش ڪنداسين، پوءِ صورت ۾ جتي به اچي.

زين: هتي مختلف قومن ۾ طبقاتي شعور مختلف آهي. هتي هڪ پيڙهيل قوم اڳواڻي ڪري رهي آهي. اها بالادست قوم کي پاڻ سان ڪٺي ڪيئن انقلاب آڻيندي؟

چام: آئي سگهي ٿي. بالادست قوم کي پاڻ سان ڪٺي، پر ان کي بچائڻ جو اسانکي گهڻو شوق ڪونهي. اسان وٽ ٨٣ع ۾ پيڙهيل قوم اڳواڻي ڪري چڪي آهي.

زين: پر ان ۾ پنجاب ڪجهه به نه ڪيو، جنهنڪري تحريڪ ناڪام ٿي؟

چام: اهو صحيح آهي ته ان تحريڪ ظاهري طرح ڪو پورو نه پاريو. پر ٨٣ع جي جدوجهد جا تمام گهڻا مثبت اثر نڪتا آهن.

سحر: ايم - آر - ڊي ملڪي ليول جي تحريڪ هئي، ان قومي صورت ڇو اختيار ڪئي؟

چام: ته ان لاءِ اسان اهو چئون ته پنجاب غدار ٿي ويو آهي. بلوچستان تي ظلم وقت سنڌ ڪجهه به نه ڪيو ته چئون سنڌي غدار ٿي ويا. حقيقت اها آهي ته پنجاب ۾ اهڙا ايترو شعور نه آيو آهي.

سحر: ان جا ڪارڻ به ته هوندا؟

چام: ان جا گهڻائي سبب آهن. اتي زرعي سڏارا آهن. اها بالادست قوم آهي. انهن کي رعايتون آهن. جيڪڏهن شعور آيو ته سڄي ملڪ ۾ انقلاب ايندو ۽ جيڪڏهن نه آيو ته هونئن ڏي اڳواڻي اسان ڪري رهيا آهيون.

زين: شعور ته پيڙا منجهان ئي اسرندو آهي. پنجاب جي طبقن جون معاشي حالتون نظر ۾ رکي، ڇا اوهان سمجهو ٿا ته اتي شعور پيدا ٿيندو؟

چام: بنگالين ٽيهه لک ماڻهو مارائي کان پوءِ آزادي ورتي. هو هتان کان تمام پري هئا. اسان پنجاب سان گڏ ويٺا آهيون. اسان وٽ غدارن جو تعداد تمام گهڻو آهي. سنڌ لاءِ ٽئين ٽيسس لڪائي پئي وڃي ته پيلن کي کٽي، اتي فوجي آباد ڪريو، ان صورت ۾ ڊاڙيل ختم نه ٿيندا. ان سان ثابت ٿيو ته ڪنهن حالت ۾ سنڌ کونه ڇڏيندا. ٿر ۾ به ڇانوڻيون ناهيون پيون وڃن جتي سچ آهي. هڪ کيرٿر ۾، ٻي چوٽل ۾، نوابشاهه ۾، دادو ۾، ڪشمور ۾ ۽ موهن جي دڙي ۾ ڇانوڻيون

ٺاهيون پيون وڃن. ان ڪري اسان کي حمايتي ڳولڻ گهرجن پنهنجي ملڪ ۾ توڙي سڄي دنيا ۾.

سحر: اما وڏيرڪي سوچ آهي ته پاڻ کان ننڍي عورت سان شادي ڪجي. تهوهان پاڻ کان ١٨ سال ننڍي ڇوڪري سان شادي ڪئي آهي. ڇا اها وڏيرڪي سوچ جي پوئواري ناهي؟

چام: جيڪڏهن ٢٣ سالن جي ڪا ڇوڪري مون کي چئي ته، آئون تهوهان سان شادي ڪرڻ گهران ٿي ۽ پارٽيءَ ۾ به ڪم ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. بڪون ڪاڻ لاءِ به تيار آهيان. ته مونکي پرو چڙهيو آهي جو انڪار ڪريان.

زين: ذهني هم آهنگي لاءِ هم عمري ڪسي خاص اهميت حاصل آهي. هن کان اڳ هڪ پڙهيل ۽ اوهانجي هم عمر عورت توهان سان شادي ڪرڻ جي آڇ ڪئي هئي. توهانکي ته ان کي ئي اوليت ڏيڻ گهرجي ها؟

چام: ان عورت جي آڇ جي مونکي پوءِ خبر پئي.

سحر: تر ۾ جڏهن هيڏي ايڏائيمنڊڙ حالت آهي، ماڻهو مرن پيا. توهانجو تعلق به ان علائقي سان آهي. اوهان ان لاءِ ڪجهه ڪرڻ بجاءِ، شادي ڪئي آهي، ڇا اهو عجيب نٿو لڳي؟

چام: تر ۾ ٧٦ع کان اهڙيون حالتون آهن.

زين: ڇا اوهانجي موجوده گهر واري اوهانجي مرحوم گهرواري "سڪان" ثابت ٿي سگهي ٿي، جيڪا هر ڏک

۾ اوهان سان گڏ هئي؟

چام: هن محترم مون سان وچن ڪيو آهي ته آئون توسان گڏ ڪم ڪنديس. هر ڏک ۾ گڏ رهنديس.

سحر: (چام جي گهرواري کي مخاطب ٿيندي!) توهان کي چام جي ڪهڙي ڳالهه متاثر ڪيو جو اوهان هن سان شادي ڪئي؟

اختر چام: سندئين سڌي ڳالهه آهي، سندس شهرت ۽ ڪم. ●

# اسان جي اداري جا ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۱- | مڪڙيرن ماڪ ڦڙا | مير محمد پيرزادو | ۱۲-۰۰ |
| ۲- | مٽي هاڻا ماڻهو | عبدالواحد آريسر | (ٻيو ڇاپو ڇپائي هيٺ) |
| ۳- | سامراج ۽ ان جا روپ | جانب | ,, ,, |
| ۴- | ماڻهو ميگھہ ملهار | عبدالواحد آريسر | ,, ,, |
| ۵- | قومن جو حق خوداراديت | لينن | (ختم ٿيل) |
| ۶- | مارڪسي فلسفو | اسٽالن | ,, ,, |
| ۷- | مارڪس - اينجلز جي حياتي ۽ تعليم | جانب | ,, ,, |
| ۸- | انقلابن جي تاريخ | ابراين راھ/امان شيخ | ,, ,, |
| ۹- | تاريخ مون کي بي ڏوهي قرار ڏيندي | فيڊرل ڪاسترو/انور | (ٻيو ڇاپو ڇپائي هيٺ) |
| ۱۰- | جيڪي ڏٺو مون | ڪيرت ٻاٻاڻي | ,, ,, |
| ۱۱- | عظيم انقلابي عورتون | تاج جويو | ,, ,, |
| ۱۲- | سيڪيولر ازم | سبط حسن | (ختم ٿيل) |
| ۱۳- | ڦاسيءَ جي ڇانو ۾ | جولس فوچڪ | ۲۵-۰۰ |
| ۱۴- | پاڪستان ۾ قومي سوال | امداد چانڊيو | ۲۵-۰۰ |

| | | |
|---|---|---|
| ١٥- فلسفي جو ابتدائي ڪورس | جارج پوليزر/ ابراهيم جويو | ٤٠-٠٠ |
| ١٦- ترقي جو غير سرمائيداراڻو رستو | لعل چارڻ | ١٢-٠٠ |
| ١٧- ماءُ | مئڪسم گورڪي /عثمان ڏيپلائي | ٣٥-٠٠ |
| ١٨- سوشلزم ماضي حال مستقبل | جان سوم /امداد چانڊيو | ١٠-٠٠ |
| ١٩- ڪميونسٽ پڌرنامون | سنڌيڪار/رشيد ڀٽي | (ختم ٿيل) |
| ٢٠- سوويت جمهوريت اصول ۽ عمل | چرنڪو | ١٥-٠٠ |
| ٢١- انقلاب جو فلسفو | جمال ناصر/سرمد سيد | ١٥-٠٠ |
| ٢٢- سسي نيزي پاند | عثمان ڏيپلائي | ١٥-٠٠ |
| ٢٣- قومپرستي، نظريو ۽ پاليسي | آڪاسيئف | ١٢-٠٠ |
| ٢٤- سنڌ جي شاگرد جدوجهد | جام ساقي | (ختم ٿيل) |
| ٢٥- ابتدائي سياسي تعليم | جواهر لال نهرو | ١٤-٠٠ |
| ٢٦- چٽاگانگ جا عظيم انقلابي | سنڌيڪار: سرواڻ | ٢٢-٠٠ |
| ٢٧- چي گويرا جي ڊائري | سنڌيڪار: يوسف سنڌي | ٤٤-٠٠ |
| ٢٨- مظلوم قومن جو مستقبل | جام ساقي | ٢٥-٠٠ |



● ڪامريڊ جام ساقي
٣١ آڪٽوبر ١٩٤٤ع ۾ ٿر
جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ”جهنجهي“
۾ پيدا ٿيو. سياسي ايجيٽيشن
”صحيحن واري مهم“ سان
ڪيائين. ٣ ڊسمبر ١٩٦٨ع
تي سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس
فيڊريشن جو پهريون صدر
چونڊيو. نيشنل عوامي پارٽيءَ
جو جوائنٽ سيڪريٽري رهيو.
نعپ تي بندش کان پوءِ،
سنڌ هاري ڪميٽي ذريعي
پنهنجي جدوجهد جاري رکيائين
کيس ست دفعا گرفتار ڪيو
ويو ۽ پاڪستان جي مختلف
جيلن ۽ اذيت گاهن ۾ کيس
قيد رکيو ويو. آخري دفعو
گرفتار ٿيڻ کان اڳ جام ساقي
[illegible] حاجي ولي [illegible] ٿي ۽ روپوش
ٿي جدوجهد جاري رکيائين.
آخرڪار مارشل لا جي دور ۾
١٠ ڊسمبر ١٩٧٧ع تي گرفتار ٿيو.

مٿس مختلف اذيت گاهن ۾ حيا[illegible]
۾ تشدد ڪيو ويو. قيد [illegible]
ڪڏ کيس پنهنجي پياري جيون[illegible]
ساٿي ۽ نياڻي جي موت جا صدما
به سهڻا پيا، پر سندس حوصلي
اڳيان هماليه به هار نه هڻي ●

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ٻاڙي، ڪاٺُو، ٻاجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ کٽين، جيڪي بہ کٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات کَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نـہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ ٻين کي پڙهائڻ جي ڪوشش ڪندي، ڪتابن کي ورهائڻ ۽ جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)